جي صلاحيت ڪا معنيٰ نہ ٿي رکي. ان زماني کي فوت ٿئي ڪيئي صديون گذريون جڏهن وزير باتدبير هوا ۽ سندن ڏاهپ تي سلطنت جي سلامي ۽ خوشحالي جو دارومدار هوندو هيو. اڄوڪي جمهوري وزارتن مڃي مياٽيءَ جي ڏک ٿي ڏني جن ۾ وزير ائين ٿي چونديا ويا جيئن پوليس ڪوڙن ڪيسن لاءِ مشير مقرر ڪندي آهي. بهرحال جي آخوند جي دور وزارت ۾ شينهن ٻڪري گڏ چرندا نہ ڏٺا ويا, تڏهن بہ ڪنهن بيگناه شهريءَ کي قانوني شڪنجي ۾ اڙايو نہ ويو جو اڳوڻي وزارت جو محبوب شغل هيو.

آخوند صاحب سا ن منهنجي ملاقات اوچتو ۽ عجيب ماحول ۾ ٿي, جڏهن آءُ پنهنجي آپي کان ٻاهر هيس. قصو هن طرح جو هيو جو حيدرآباد جي ڊاريڪٽر انفارميشن جي حيثيث ۾ آءُ دوره عمرڪوٽ اسهيل هيس۽ پنيان گهر ۾ چوري ٿي, اها بہ گهر ڀاتين جي سجاڳي ۾. رڙين تي پاڙي وارا ڪامورا تہ نہ جاڳيا ۽ جي جاڳيا تہ مدد لاءِ نہ آيا. پر جي اڌ درجن پوليس وارا ڪالوني جي پهره لاءِ مقرر هيا اهي بہ نہ پهتا. وري جڏهن ٽاڻي تي فرياد لکرائڻ لاءِ فون ڪئي تہ ٽاڻيدار چيو تہ روبرو رپورٽ داخل ڪرائي وڃي نہ تہ ڪو تدارڪ نہ ڪيو ويندو. مون کي عمرڪوٽ فون تي اطلاع ڏنو ويو ۽ آءُ ڳاتي ڀڳي رفتار تي جيپ ڀڄائيندو اچي گهر پيڙو ٿيم. ڏٺم تہ ٽي پوليس عملدار منهنجي ڊرائنگ روم ۾ آرام سان ويهي شربت پي رهيا هئا جو شيشو چور ڇڏي باقي گهر ٻهاري ويا هئا. مون اڇڻ شرط پوليس وارن کي هڪالي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ ڪين شربت پيئڻ کان نراه ڪيو. ۽ فرياد داخل ڪرائڻ کان بہ نابري واري.

ٻئي ڏينهن تي سرڪٽ هائوس ۾ ”لائنڊ آرڊر“ جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيس, جنهن جي صدارت آخوند صاحب ڪري رهيو هو. هيءَ منهنجي آخوند صاحب سان پهرين ملاقات هئي ڇاڪاڻ تہ کيس وزير ٿئي اڃا هفتو مس ٿيو هو. ڪانفرنس ۾ سکر ۽ حيدرآباد ڊويزن جا ڪمشنر, ڪليڪٽر ۽ پوليس جا اعلي عملدار شريڪ هئا. ڪاروائي هلندي جڏهن چوري چڪاريءَ جو ذڪر آيو تہ آخوند صاحب مون کي مخاطب ٿي چيو تہ اخبار ۾ چوريءَ جي خبر پڙهي اٿم پر تو فرياد ڇا جي لاءِ نہ داخل ڪرائي آهي؟ آءُ اڳيئي نڪ تائين پريو وينو هيس سو هاڻي موقعو ملندي ئي ڦاٽ ڪاڻم. چيم تہ هائو سائين, چوري برابر ٿي آهي, پر ڪرائي آهي انهن پوليس عملدارن جي اوهان سان گڏ وينا آهن. جڏهن سرڪار پاڻ چور پالي ۽ چورين ۾ ڀانگي ڀائيوار ٿيئي تہ ڪنهن وٽ وڃي دانهن ڪيان؟ وري گذريل ڇهن مهينن ۾ جي چوريون ٿيون آهن ۽ جن فرياد داخل ٿيا آهن تہ انهن ۾ ڪا هڪ چوري بہ موٽائي ويئي هجي تہ آءُ بہ ڪا اميد رکان. جي چوريون واپس ٿيون آهن تہ مالڪن کي نہ مليون آهن باقي وچ

ڪنڌي ۾ ونڊ ورهاست ضرور ٿي آهي. ائين چئي مون چورين جا انگ اکر، پاٿايدارن ۽ دلالن جي لسٽ وارا ڪاغذ سڀ وزير صاحب جي اڳيان ميز تي رکيا.

پوءِ ڪانفرنس تہ ڪافور ٿي ويئي. پوليس عملدارن جي نظر زمين تي ڪتل هئي، پر ڪرسين تان اٿڻ جي همت ڪنهن کي ڪانہ ٿي. ڪمشنر جنهن کي پوليس جي ڪارنامن اڳيئي ڇاڻ هئي، تنهن ڪنڌ ڌوڻي منهنجي هر ڳالهہ کي ٽيڪو ڏيندو رهيو. آخوند صاحب اٿي بيهي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو تہ ”جيڪڏهن ايندڙ ٻن هفتن جي مدت اندر چوراڪاري کي ٻنجو نہ ڏنو ويو تہ هو پوليس ڪاتي جي ڪاروائي رپورٽ ۽ استعفا گڏ گورنر کي پيش ڪندو.“ ائين چئي آخوند صاحب مون کي ڀاڪر پائي پاڻ سان گڏ ٻاهر وٺي آيو.

پنهنجي گهر اچي آخوند صاحب مون سان اڌ ڪلاڪ تائين ڪچهري ڪئي. ڳالهيون ڪندي مونکي ٿڌي سيني ويهي سمجهاڻي ڏنائين تہ اسان واري سماجي نظام ۾ ڪجهہ اهڙي غلط ۽ اڻنگي ترتيب ڏنل هئي جو هر موڙ تي ڌاڪو ۽ رهزن قابض هئا، جن پاڻ ۾ چوپاريون ٺاهي باجماعت هاڃان ٿي هنيا. انهن ۾ ڪي نقاب پوش هيا جن پاڪدامنيءَ جا برقعا ۽ چوغا اوڙهي اندر ئي اندر ڳجها ڪاٽ ٿي هنيا. ڪن وري ظاهر ظهور انصاف ۽ قانون جي رکوالي جي آڙ ۾ ڌاڙا ٿي هنيا. هر هنڌ ان قسم جو ٻٽو سرشتو عمل ۾ هيو. هاٿي جا ڏند ڏسڻ لاءِ هڪڙا ۽ کائڻ لاءِ ٻيا هئا. سمورو قانوني ۽ عدالتي نظام هڪ ڪوريئڙي جي ڄار مثل هيو جنهن ۾ ننڍڙا جيت ۽ جيتامڙا تہ ڦاسي ٿي پيا، باقي وڏا پکي عقاب ڳجهون ۽ باز ڄار کي ٽوڙي آرپار نڪري ٿي ويا. هر حرفتي چالاڪ ۽ زماني ساز سرخرو هيو ۽ هر لائق ۽ شريف ماڻهو پنهنجي پڳڙيءَ کي بچائڻ ۾ پريشان هيو. اهڙي صورتحال ۾ هڪ غريب ۽ مسڪين لاءِ هن سواءِ ڪو چارو ئي ڪونہ هيو تہ هو صبر ۽ سانت ۾ سور سختيون سهندو رهي ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پاسيرو ٿي زندگي بسر ڪري.“

ان واقعي بعد مون کي آخوند صاحب جي ويجهڙائي ۾ اچڻ لاءِ ڪيئي موقعا نصيب ٿيا. هڪ دفعي ساڻس گڏ سفر ڪندي سندس بريف ڪيس ۾ وڪيلن وارو چوغو پيل ڏسي پڇا ڪيم تہ ”قبلا! هي برقعو اجان ساڻ کڻي پيا گهمو؟ خير تہ آهي! “ چيائين تہ ”اها صلاح تنهنجي وڏي ڀاءُ وزير ٿيڻ واري ڏينهن ڏني هئي تہ اها علامت ساڻ رکندين تہ توکي وڪيل هئڻ جو هميشہ احساس رهندو ۽ وزارت جو نشو مغز تي حاوي نہ ٿيندو.“ مون آخوند صاحب کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ هر صلاح ڏيندڙ جو مشوره هو ٻين کي ڏيندو آهي تہ پاڻ ان تي عمل ڪرڻ اڪثر ڀلجي ويندو آهي!

آخوند صاحب سان لهہ وچڙ ۾ ايندي مون کي هي ڏسي حيراني ٿيندي هئي تہ ڪيس پنهنجي وزير هئڻ جو احساس بہ الاجي ڀانہ آهي ڀانہ. ڇو تہ مال جو موه، نشي جي لوري ۽ پئسي جي چوس تہ پنهنجي

جاءِ پر جا ڪرسيءَ جي ڪشش ۽ هوس انسان کي هوش کان بيهوش ٿي ڪري، ان کان آءٌ بخوبي آگاهه هيس. مون کي ياد نہ آهي تہ چوٿائي صدي جي سرڪاري سروس ۾ مون ڪنهن حاڪم يا وزير کي ڪرسي جي ڪئنسر کان آجو ڏٺو. جو هڪ پيرو پاور ۾ آيو تہ ان کي پيهر سئين ڪنهن نہ ڏٺو! پر آخوند ان نشي کان واندو هيو. توڙي جو چڱو چوکو وڪيل هيو عزت مان وارو شهري هيو. سندس سوين سلامي هئا، پر حرام جو مون هن شخص جي چهره تي ڪا فخر جي جهلڪ يا فلڪ ڏٺي.

آخوند انهن سچار ۽ ايماندار ماڻهن مان هڪ هيو جي ويڪائو مال نہ هئا. وڪالت يا وزارت ٻيئي سندس لاءِ امانتون هيون. هن پنهنجي لاءِ شرافت، ماڻهپي ۽ اخلاق جو الڳ رستو ڳولي ڪڍيو هيو. توڙي جو سندس روزمره جو وهنوار ۽ واسطو چالاڪ ۽ حريف وڪيلن ۽ قانوني ڳنڍي ڇوڙن سان هو. اڄوڪي حرفتي، بي اصول ۽ ڪنور دنيا ۾ آخوند هڪ ابوجهہ انسان جيان اوپرو ماڻهو لڳندو هيو. ڪيس زمانہ جي پرک ۽ پروڙ بہ هئي، سندس تجربي جو دامن وسيع بہ هو. پر هي يار پنهنجي واٽ وراو هيو. قدرت ڪيس سڀاجهڙي ۽ ٻاجهاڙي طبع جو مالڪ بڻايوهيو. لحاظ ۽ مروت سندس فطرت هئي. چوڪيدارن، ڊرائيورن ۽ پٽيوالن سان بہ اهڙي نوڙت ۽ نهنائيءَ سان پيش ايندو هيو جڻ سپريم ڪورٽ جي ججن سان گفتگو ڪري رهيو هيو. ٺڏو ۽ منو ڳالهائڻ ۾ مون سندس مٽ نہ ڏٺو. خود عدالتن ۾ سندس مرڪ ۽ مناس لاءِ هي مشهور هوندو هيو تہ جج صاحبان آخوند کي اهو ڪجهہ عطا ڪرڻ لاءِ آتا ڏنا ويندا هئا جا رعايت هو ٻئي ڪنهن وڪيل کي آڇ ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نہ هوندا هئا.

ڪيس پنهنجي هر محسن لاءِ ساڄهہ هئي. جنهن بہ مٽس تر جيترو بہ احسان ڪيو هيو تہ اهو ڳڻ آخوند آخري دم تائين ڳائيندو رهيو. ماءُ تہ سندس ڪعبو قبلو هئي جنهن جو بيحد احترام ۽ ادب ڪندو هيو پر پنهنجي ماٽيجي مامي اڳيان پڻ ڪنڌ جهڪائي ادب سان پيش ايندو هيو. هڪ پيري پنهنجي وڏي فرزند کي مامي سان تکو منو ٿيندو ڏسي ڪيس سخت تنبيهہ ڪيائين. چيائين تہ "ابا ان مامي جي ٽڪرن تي آءُ پلجي وڏو ٿيو آهيان. سندس هٿن جا ڪارايل گرانهن آءُ اڃان سوڌو پيو ساريان ۽ سنبران. اوهان کي اهڙي جرئت ڪيئن ٿي جو اوهان ساڻس پيا سينو ساهيو. مون تي ان مامي جا اهڙا احسان آهن جو جيڪر سندس پير روز ڌوئي پيان تہ بہ سندن حق ادا نہ ڪري سگهان."

جڏهن سندس وڃڻ جي گهڙي اچي سهڙي تہ اوچتو سنبت ڪيائين. پنهنجي فرزند کي چيائين "ابا اڄ اباڻي ڳوٺ هلڻو آهي." جيپ تي سوار ٿي متيارين وارو دڳ ورتائين. اڌ واٽ تي دم ڏنائين. جڳ لاءِ تہ جيپ جو حادثو هيو پر قدرت کي پنهنجي ڪاروائي ڪرڻي هئي. واٽ ويندي ويو جيئن ڪو وهائو تازو. هٿ جنين جي لوڙهُٽ پڻ آهي تن جي!

# سائين قاسم شاه

مون ڀاڳوند ۽ بختاور گهٽي ئي ڏٺا پر بدبخت کو قسمت سان هڪ اڌ. بلڪ پھر لاءِ ڪمبختي ته هر هڪ وٽ وارو ڦيرو ڪندي رهندي آهي، پر پاڪ چندبو اهو جنهن وٽ نياڳ ٻارهوئي ديرو دمايو ويٺل هجي. ان ڏس ۾ منهنجو ڳوٺائي ايوب ڪنير پنهنجي نالي سان هيو. جو منهن پوندو هيس ان جي روٽي رد ٿيندي هئي پر پنهنجو پاڻ لاءِ به پاراتو هيو. پورهيو به پاپ وارو هيس. مٺي مالڪ به مٺيءَ کي مان ڏيئي منجهائنس ماڻهو جوڙيو. ڪي وري ان ۾ اَن اپائي ڏوڙ کان ڏن بنائن. پر ايوب ته مائي مٺيءَ سان به جنيون ڪندو هيو. ڪيس ڏنڊن سان ڪٽي، لٽن سان رڳڙي ڳوهي ٿانو ٿپا ناهي وجهندو هيس باهه جي ڪوري ۾. پر مائي مٺيءَ به هئي چيڪي ۽ چيڙهالي. وٽس پچڻ کان پڙ ڪڍي ٻيهندي هئي. اجا ايوب آوي تيار ڪري وسئن ڏيڻ ايندو ته اڇي وسڪارو شروع ٿيندو. وسندو ته ڳڙو نه ته به وڏ ڦڙو. سڄي ڪئي ڪمائي چوپٽ. ٿانو پڄي پري جهڙي گپ ٿي پوندا. وري ايوب جي قسمت! ساڳي ماني ساڳ سان. اهو ئي ڪٿو ۽ ڪريو. آخر نوبت اها به آئي جو هڪ واري ٿانو ٿپا ناهي جيئن آوي راس ڪري باهه ڏيڻ تي هيو ته مٿان گاج ٻڌڻ ۾ آئي. نيٺ ايوب آويءَ تي چڙهي، منهن مٿي ڪري ٻاڪاريندي ٻڌو ويو ته ”مالڪ منهنجا مونکي ايوب صابر سمجهيو اٿئي ڇا؟ آءُ ته ايوب ڪنير آهيان. ائين ته نه آهي جو نالي بدل ۾ مفت ٿو ماريان وڃان.“

خيرپور رياست ۾ مون مائي باليءَ کي ڏٺو جا پنهنجي وقت جي حسين ۽ حسن جي بزار جي راڻي هئي. رياست جو والي مٿس موهت هيو. خيرپور جو خزانو مٿس گهوري ڇڏيائين ۽ رياست جي عملدارن کي پگهار ۾ ماهيانو ڪڙٻ جون گاڏيون ملنديون رهيون. تخت باليءَ ڪِيِ تاراج ٿيندو رهيو. باليءَ بخت کي لتون هڻي ٺوڪاريندي رهي. عاشق جو قدر قيمت نه ڪيائين اٿلندو ڪيس وڪ وڪ تي ايذاءُ ڏنائين. واٽ ويندي موٽر کان لاهي ڇڏيندي هيس ۽ هو شاهاڻو شونقين ٽتل واريءَ تي پلٿي ماري ويٺو هوندو هيو. تڏهن باليءَ انڌ جي گهوڙي تان لٿي جڏهن نازڻ اڳين جهان اسهي چڪو. مون باليءَ کي پيريءَ ۾ ڏٺو جڏهن نيٽن کان نير وهائيندي ڪيس اڌ صدي گذري چڪي هئي. هن حسين ڪنڌهر جي ڇهري تي منهن جي ٻنهي پاسي ڪوهه جي نسير جيان جهريون پئجي چڪيون هيون جن وسيلي اکين جو آب ريلا ڏيئي وهندڙ هيو. برف کي پگهرندي ته مون اڳ به ڏٺو هيو پر پڇتاءُ جو نپوڙجي پاڻي ٿيڻ مون لاءِ نئون نظارو هو.

پر اجان بہ زور نياڳو اهو ڏينهن جنهن گهر ۾ گنگا وهندي هجي ۽ پوءِ اجان بہ هو اڄ مرندو رهي. اهڙو نپٽ ندرو آءُ هيس. خود منهنجي گهر ۾ خطاب خانو هيو پر مون الله جو ڪلام پڙهيو اڌ عمر گنوائڻ بعد. اهو بہ اڌ گابرو ۽ بي دليو. منهنجي امڙ پنهنجي سڄي زندگي تہ تهجد گذار تي گذاري پر سندس موت بہ مصلي تي سجدي ۾ ٿيو ۽ مون کي آڏا ابتا ٽڪر هڻندي اڄ بہ تپ پيو چڙهي. وقت جي ڪامل انسان سائين قاسم شاه جو آءُ نہ فقط پاڙيسري هيس. پر ساڻس بيحد حجائتو هوندي بہ نہ سندس شناس ڪري سگهيس ۽ نہ ڪائونس ڪجهہ پرايم. اسڪول ۾ استاد مليم تہ دڳ نہ پڇيم. راه ۾ رهبر مليا تہ ڪين پانڌيئڙو سمجهيم. مست ملنگ بہ ٽڪريا. لپاٽون بہ لڳيون پر ڪپاٽ نہ ڪليم. ائين انڌي جو انڌو رهجي ويس، وري پاڳ بہ اهڙا سڪندري! جو سنگت ساٿ بہ رهيو اهڙن نپٽ نابينن سان، جي هٿوراڙيون ڏيندي پڇاڻان مون کان پڇندا رهيا تہ ”ڪٿي پهتا آهيون“! الاجي اهي ڪمڙا انڌا هئا جن ملتان ڳولي لڌو هيو؟

ننڍڙي هوندي جڏهن بہ گهر ۾ رسندو هيس تہ ڪاوڙجي ڪوٺي اندران در ڏيئي لڪي ويهندو هيس. امڙ پرچائڻ لاءِ سڏ ڪري چوندي هئي، تہ ”احمدڙا اچ ماني کاءُ“ تہ نهڪر ڪري چوندو هيس تہ ”نہ ڪائيندس“ پر ساڳي وقت بک بہ لڳندي هيم ۽ دل ۾ ائين چوندو هيم تہ هڪ وار امڙ ٻيهر سڏ ڪري تہ پوءِ وڃي ماني کائيندس. وري جڏهن امڙ ٻيهر سڏ ڪندي هئي تہ امالڪ انڪار ڪري، وري سوچيندو هيس تہ جيڪر ٽيهر ايلاز ڪري تہ پوءِ وڃي ٿو کاوان. پوءِ ”وڃي ڏوڙ پاءِ.“ چئي آخر امڙ بہ وڃي ٿانيڪي ٿيندي هئي. ساري رات بک ڪاٽي، آءُ جڪ ماري صبح جو اٿي پاروٽن چانورن کائڻ لاءِ ديڳڙا ڪڙڪائيندو هيس. ڪڏهن تہ نياڳي ڪرڙ بہ هٿ نہ ايندي هئي! اهو ئي منهنجو نصيب ۽ اها ئي منهنجي قسمت پئي رهي آهي ۽ صحيح ويل ۽ وقت ڪڏهن بہ هٿ نہ آيو اٿم.

ساعت ۽ سمي جو وقت سر قدر نہ ڪندي سڄي عمر گهاٽي ۾ رهيس. هر مهل هر موقعي ۽ هر ماڻهوءَ جي گذري وڃڻ بعد پڇتاءُ جا هٿ ملڻ منهنجي قسمت بنجي چڪي. زندگي جي پره بہ ائين ڦٽي، اپريم ۽ اسريم بہ ان اچار. هاڻ جڏهن زندگي جي سانجهي اچي اوڏو ٿي تہ ليڪو لاهڻ لاءِ ڪنڌو ڪتايم. ڏنم تہ ڪاري وارا ڪڪ. پوءِ ڪٿئي واٽئي جيان وهيون سنياليندي ٻانهون ڪنجي پيرن تي زور ڏنم. گهڻو ئي ڀڳس پر خاصي دير ٿي چڪي هئي. سائين ساٽيهہ اسهي چڪو هيو. بانولي باليءَ جيان آءُ بدبخت بہ بني تي ٻيهي اوسارينڊو رهيس. هاڻ تہ هر لڌي ويل لاءِ واويلا ۽ گهل گهوڙا ڪندي ۽ سينو ڪٽيندي سُنيءَ ڪون شيعو بڻجي چڪو آهيان ۽ اهو بہ اهڙو ڪٽر جو هر ويلي ٻين سان گڏ پاڻ تي بہ ملامت ڪندو رهي.

ڪمڙي ڪريان ڳالهڙي ان سهٽي ۽ سچي سيد جي جنهن جو نوراني ڀڪندڙ مکڙو اڄ بہ منهنجي عينڪي اکين اڳيان چوڏهينءَ جي چانڊاڻ جيان پيو جرڪي. منڙي مانيڙي مورتيءَ تي سهٽي سفيد سونهاري. تن تي گهرو ڏوتل سادا ڪپڙا، گوڏي تي سٽڻ، پيوند لڳل پهرياڻ ۽ مٿي تي اڇي پڳ. سيد کي سونهن بہ ڏيءُ تي هجي. ڏسجي ائين ٿو تہ مسڪيني ۽ غربت گڏ خوبصورتي بہ سيدن جو ورثہ آهي. الاجي ڪيس ڳاڙهين اکين وارو سيد چو چوندا هئا. هي برابر آهي تہ سندس اکين ۾ اهڙا الماس هئا جو ڪنهن کي ڏانهنس گهوري ڏسڻ جي جرئت ئي ڪانہ ٿيندي هئي. اهڙي ڪوشش بيسود پڻ هئي، ڇاڪاڻ تہ سائين سدائين ڪنڌ هيٺ جهڪائي هلڻ جو عادي هيو. عورتن کي سامهون ايندي ڏٺائين پوءِ تہ منهن مبارڪ سيني ۾ ائين ڇپجي ويندس جڻ تہ چند ڪڪرن ۾ ٿو لڪي. ٻاقي ٻارن کي ڏسندي ئي چند نڪري نروار ٿيندو. پنهنجي اولاد ڪانہ هيس. پر تڏهن بہ پراون ٻارن کي پيار ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. اهي بہ وري اسانجي گهٽي جا ٻار! شڪل جا ڪوجها بي ڍولا وري اکين ۾ چپيون ۽ نڪ ۾ ججائون. مٿيءَ ۾ ليٽيل جهڙا لڏڙا. اهڙن گدلن غليظ ٻارن کي پيار ڪرڻ ۽ منيون ڏيڻ لاءِ ڪا امڙ هجي، يا وري سائين قاسم شاه.

اسان جي پاڙي جا مڙو ئي سيد محنت مزدوري ڪري گذر سفر ڪندڙ هئا. سواءِ ٻن جي. هڪ سائين جعفر شاه سگورو جنهن ست حج ڪيا هئا ۽ محمود غزنويءَ جيان سترنهن ڪاهون ڪرڻ جو ارادو هيس پر زندگي وفا نہ ڪيس. ٻيو سائين سيف الدين شاه جو ڪلن جو وڏو واپاري ۽ زميندار هوندي بہ سخت پيچ هيو ۽ سدائين "ڪين" جو ڪنو چاڙهيو ويٺو هوندو هيو. وري قدرت جي ڪنجوسن سان پاسخاطري بہ اهڙي جو بيمار بہ ڏينهن اڌ کن مس ٿيندو هو. سائين قاسم شاه وٽس 15 روپين تي منشي هوندو هيو. جا پگهار ٽيهن سال ۾ وڌندي ٻاويهہ رپين تي پهتي. پر سائين قاسم شاه نہ ڪڏهن ٻڙڪ ٻاهر ٻاقي ۽ نہ ڪڏهن پنهنجي غربت جو ڍنڍورو ڪري سندس پت وائکي ڪيائين. مزو اهو جو مفلسيءَ جي اهڙي حال ۾ بہ سندس ساک پت ايتري هئي جو اڌ شهر جون امانتون سندس ڪچي گهر ۾ رکيل هونديون هيون. ڳڙهي جي چورن کي بہ الله ايتري ساڃهہ ضرور ڏني هئي جو سيد جي ڪکن جو اوڏو بہ ڪڏهن نہ آيا. سواءِ سيف الدين شاه جي اناج گدام واري چوريءَ تي، پر اتي جيڪر ڏاڙو بہ لڳي ها تہ هوند سڄو شهر منائي ورهائي ها.

سائين سڄو بہ اهڙو هيو جهڙو اکن تي پارو. ڪچين سرن جو ککائون گهر جنهن جوهڪ پاسو وهڪيل ۽ ڇت ڇگل جو برسات ۾ بي بي سائنڻ پاتڙا ۽ پاٽيون پاٽي لاءَ رکندي ٽڪبي هئي. گهر ۾ بہ پراٽيون واٽيل کٽون، هڪ کٽل موڙو ۽ ٽہ ٽنگهي ڪاٺ جي ڪرسي جنهن جي کٽل ٽنگهہ هينان

سرون رکيل هيون. باقي فرنيچر تڏا تڏيون ۽ نيڪرائي سامان. دلن تي ٻه ڍڪڻي ڪانه. هڪ تي ڪانوڙو ڍڪ رکيل ۽ ٻئي تي سروٽو. ڪوٺي اندر ٻنا ڪڙي ڪنڍي جي, ڪاٺ جون ٻه پيتيون جن ۾ ٻين جون امانتون رکيل. هي سائين جي مڏي ۽ املاڪ جنهن لاءِ شڪرانا بجا آڻيندي نه فقط سائين جي نراڙ پر پيرن جي مرن ۽ پيڏين تي اٺ جي گوڏن جيان چوڏا چڙهي چڪا هئا. سائين جي نماز ته ڏسڻ وٽان هئي. سيدنا علي بن حسين لاءِ چيو ويندو آهي ته وضو ڪرڻ مهل سندن رنگ هئڊو پيلو ٿي ويندو هو. پڇيائونس ته ڪهڙي ڪارڻ! چيائين ته ڏسو نه ٿا ته ڪنهن جي حضور ۾ پيش ٿيڻ لاءِ تياري ڪريان ٿو. اهڙو الله جي ڏاڍ مڙسي جو ڏر مونکي, سائين کي نماز پڙهندي ڏسڻ ۾ ايندو هيو. وري جڏهن ڪانئس ملان دينوءَ مولا جي مهر بابت پڇيو ته مرڪي چيائين ته "ملان شڪر ڪر جو ماڻهن کي مالڪ جي رحمت جو صحيح اندازو نه آهي, جي هجين ته هوند اهي آڏا ابتا سجدا ڪرڻ ٻه ڇڏي ڏين."

سائين پنهنجي وات وارو هيو پر سندس وات ويندي گهٽن جو پلو ٿيندو هيو. خاص ڪري ڪتن ۽ ٻلين ۽ جانورن لاءِ عيد ٿيندي هئي. انساني شفقت ۽ سخا جو مزو ئي تڏهن آهي جڏهن هر ساه واري لاءِ عام ٿئي. هي ته سائين جي هر صبح جو دستور هيو ته ماني جي سڪن ڀڳين سان کيسا ڀري مارڪيٽ ويندي رولو ڪتن کي کارائي خالي ڪري ۽ واپسي ۾ چلي چيچڙن جي ڀري ٻلين ۾ ورهائي. پر عام ماڻهن جو جانور تي جو روزمره ظلم ۽ جبر جاري هوندو هيو تنهن ۾ سائينءَ جي آهٽ ٻڌندي ئي فرق پئجي ويندو هو. ڀڳون مينهن هڪليندي ڳنوار ۽ ميهار ته سائين کي ڏٺي لڪڻ ۽ لنيون اڇلي امالڪ "هل امڙ" "هل پٽاري" ڪندي ٻڌا ويندا هوا, پر جعفر دايو جو گڏهن کي "ابا پٽ" ڪري ڪاهيندو ڏٺو ويو. پاڙي جي ڇوڪرن ته ڇڙڪ ۽ ڪوڙڪيون اڏي پکي ڦاسائڻ ۽ ڪڪڙ ڦڙڪائڻ کان مورڳو توبهه ڪري ڇڏي, ڇاڪاڻ ته ٻي حالت ۾ ته سائين نه ساڻن ڳالهائيندو ۽ نه مٿي تي هٿ گهمائيندو ۽ ڪين چاڻ هئي ته ڪهڙي ڪارڻ. منهنجي پڦي بي بي گراناز جا ٻارن کي قرآن پاڪ پڙهائيندي هئي ۽ گذران لاءِ سوڙيون سبندي هئي ۽ بيبد جي لڪڻ کي ٻنهي جي پڻن تي آزادي سان استعمال ڪندي هئي , سا ٻه ڏيڊ پهر ڏينهن تائين فقط سوڙين تي سٽڪا ڪڍندي هئي جيستائين سائين گهٽيءَ کان گذري چڪي, مبادا ٻارن جي رڙين جو پڙلاءُ سائين جي ڪنين نه پوي.

آچر ڏينهن جيڪڏهن جهنگ کان ڪانيون ڪرڻ نه ويندو هيس ته پوءِ سائين وٽ سراءِ ۾ وڃي ويهندو هيس ۽ سندس ڏُهاڪو کن پاليل ٻلين سان راند ڪندو هيس جا خاص مون سان رعايت ٿيل هئي. پر ٻلين جي ٻچ کي ڇڪون ڏيڻ يا سندن ڪنن ۾ ٽوپيل سلڪي گلن کي ستون ڏيڻ جي اجازت مون کي ٻه نه هئي. سائين اناج جي ڳوٽين يا ڪلن جو وينو حساب ڪتاب ڪندو هيو ۽ منهنجي ٻڪ

شڪ کي به برداشت ڪندو رهندو هيو. آءُ ڪيس اهي آڪاڻيون ٻڌائيندو رهندو هيس جي ڪتابن ۾ پڙهايون ويندڙيون هيون. اهو آڪاڻين جو سلسلو سالن تائين هليو پر ڪيس فقط هڪ آڪاڻي وڻي جا هئي هرڻي واري ڪهاڻي. هر دفعي وڪيشن تي ڳوٺ اچڻ شرط سائين جي پيرين پوندو هيس ته پهرين پڇا ڪندو هيو هرڻي جي. "ابا هرڻي جي اج جو ڇا ٿيو؟" "سائين اڃان پيئي ڊوڙي." تعليم پوري ڪري رائل انڊين نيويءَ ۾ ڀرتي ٿي بمبئي هليو ويس. ڇهه سال ملڪان ملڪ رلندو رهيس. بغاوت ۾ سزا ڪاٽي جيل ويس. ننڍي جيل مون ٻاهر اچي دنيا جي وڏي جيل ۾ ڏرم جا ڏڪا ڪائيندو رهيس. سانگي سان ڳوٺ به ايندو ويندو رهيس. پر سائينءَ ڪان هرڻي نه وسري. آخري پيري وارا اکر اڃان سوڙو منهنجي دل تي نقش ٿيل آهن. ڇي ابا هرڻ جي اج ۽ رڻ جي رڃ ڪٿي پهتي ؟ آءُ الهڙ ۽ الو سائين جي سوال جي رمز ۽ راز پروڙي نه سگهيس ۽ خاموش رهيس.

هڪ ڏينهن الاجي ڇو ويٺي ويٺي سائين ياد پيم. هرڻ ته هونئن به سائينءَ جي ياد جو حصو ٿي چڪو هيو. آڪاڻي ۽ آڪاڻي جو وارث آئيني جيان اکين آڏو اڀو ٿي بيٺم. هڪدم موٽر ڪٽي ڏوڪيم ۽ ڏو ڳوٺ اچي ٽڪاءُ ڪيم. هاءِ ڪمبختي! سائين وڃي چڪو هيو. آءُ سندس پيراندي ڪان بيهي ان ڪنڌي لاءِ سوچيندو رهيس جتي ٽڪل هرڻ جيان آءُ به پهچي چڪو هيس.

# پير ۽ مير مرحوم

## (پير حسام الدين راشدي ۽ مير رسول بخش ٽالپر)

ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي تہ پڪ اندر ۾ ڪنهن ڏائڻ ارواح جو واسو اٿم. ماڻهن سان گڏ وينڻ جيءَ مزي ۾ هرگز نہ هوندم. ڪنهن جي ڏک ڏولائي جو ٻڌم تہ پوءِ من ۾ لچ پچ ۽ آنڌ مانڌ پيئي ٿيندم. وري اڄ ڪلهہ جو ٻہ چپ چوري ٿو تہ ان جي ڪڍ ڪونہ ڪو داستان تہ آهي ئي آهي. وري ڪري ٻہ ڪجهہ نہ سگهان. رڳو ساڙ کان پيو سدائين پاڻ کي چڪ پايان. مون کان ڪنهنجي غربت نہ ڏٺي ٿئي، ۽ نہ ڪنهن جي بيماري سٺي ٿي. نہ وري ڪنهن ڏاڍي جي هيٺن تي يا حيوانن تي ٿيندڙ سختي سهي سگهان. مخلوق تہ آهي برابر سڀ مالڪ جي. جيئرا توڙي مئا سڀ آهن سندس حوالي. پر آءُ اڪين هوندي ۽ انڌير ڏسندي پوءِ ٻہ سڀ کي هڪ اک ڪري ڪيئن ڏسان؟ ان کان نپٽ انڌو هجان تہ چڱو. البت مئن جي ڳالهہ ٻي آهي. ڪنهن قبرستان ڏانهن ويندي دل پيئي ٽڙندي ۽ باغ بهار ٿيندي. جڻ ڪو وچڙيل ويڙهيچين وٽ ٿي ويس. مقام ۾ پير پاتم تہ پوءِ سڀ غم ڳٽتيون غائب. پانئن تہ اباڻي گهر عيد ملڻ آيو هوس. ڪڏهن تہ وري اهڙي اڪير پيئي اپرندي، جو دل پرجي ايندي. هر بنيءَ کي پاڪر پيو پائيندس. جئن ڪنهن جي تڏي، پاڙي واريون پلئہ اوڍي ۽ منهن ڏيندي پار ڪيڊنديون آهن. ٻين سان ساڻي ويڙن آهي الاجي نہ. مون سان تہ نسورو ناحق آهي، ڪنهن سان ڳالهہ ٻہ ڪرڻ جهڙي نہ. ڪو ٻڌندو تہ ڇاچوندو. مئن سان الفت ۽ جئرن کان بيزاري. ماڻهو آهي يا ڳوريٽ!

ڪالهہ رات ٻہ ويهي اکين تي ڏنم. مڪليءَ واري مقام پهچڻ جي شوق ۾ نيڻن ننڊ نہ آئي. پهچڻو تہ هيو ڪچڙي منجهند ڏاريءَ. پر پوءِ حشام ماڻهن جا اچي مڙندا. مون کي اڪيلو مقام پيٽڻ جو موقعو ڪٿان ملندو؟ چو نہ اڳواٽ وڃي مڪلي ماڻيان؟ اهو سوچي، آڌي رات اٿي،گاڏي ڪاهي ٺٽہ روانہ ٿيس. پوئيس اسر جو اچي مڪليءَ پيرو ٿيس. موٽر پاسي پر بيهاري ڪاهي پيس مقام اندر. هتي ڪا جهل پل ٿوروئي هئي. سڀ رسمون رواج هوا جيئرن سان لاڳو. هتي تہ آزادي هئي چڙواڳ. قبرن جي هڪ جهڳٽي اندر وڃي تربت کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيس. واه جو مزو اچي ويم. سوا لک ولين وچ ۾. آءُ هڪ عاجز ابوجهو. هڪ رات پر جو اوجاڳو. ٻي پنڌ جي ٿڪاوٽ. وري مٿان پنيرڪي جي ٿڌڙي هير. هوا وارين لهرن جي وري موج مستي آهي ئي انوکي. جڻ ڪنهن ڪنپ ڪٽي ڪياڙي تي ڪتڪتايون ڪيون.

نند جا گهيرٽ بہ ڏاڍا ٿي آيا. نند نياڳي تہ آهي اڳيئي ابهري. هونءَ بہ مرڻ کان پوءِ سمهڻ لاءِ سوين صديون. ماڻهو نويڪلو ٿي لٽ ڏيئي سمهي پوي، پر نند چنبڙي چوندي تہ اهو عرصو بہ حياتيءَ کون ڪاٽ ڪيان تہ چڱو. منهنجي دل تہ هئي اداس ۽ اباڻڪي. روئڻ لاءِ اُڏمان ٿي آيا. ويجهڙائي ۾ ڪي حادثا ٿي چڪا هئا. جن دل کي ڌڌڪو رسايو هو. ڪي منڙا ماڻهو هي وٿاڻ ڇڏي وڻڪارا ويا هئا. اهي بہ هڪ ٻئي ڪيڍ. ڪنهن لاچاري کين لڏايو هو. اوڏانهن جتان ڪوئي موٽيو ئي ڪونہ هيو. ويا بہ هئا هيڪلا، اڪيچيپ ۾ ۽ اهو بہ اوچتو. موت هونئن بہ نہ ڏسي مهل نہ موقعو. پر هن ڀيري الاجي ڇو؟ ڊائري ۾ ڪئلينڊر ڏسي وارو ڪيو هئائين، هڪ تہ پهرين اپريل جو مارو وڌائين. ٻئي کي پهرين مئي تي لامارو ڏنائين. پهرين جون تي الاجي ڪنهن کي ڪنيي ڪٽندو؟ يا الائي ڪٿي لابارو وجهندو؟ خدا خير ڪري! موت جا شل ڪن ٻوڙا ٿين.

انسان تہ آهي هن ڌرتيءَ تي ”گاه“ مثل. سُڪو بہ پٽجي ۽ سائو بہ ڪپجي. موت تہ آهي فقط ڏاتو. اها مرضي مالهي جي تہ گاه ڪچو پٽي يا پڪو. پوکي بہ پاڻ لٽي پاڻ. پر هن ڀيري چوند سٺي ڪيائين. ڏڪ دشمن جو بہ نہ وجائجي. اسان وٽ اڳيئي اٽاٽ ۽ اٿوند. اسين پاڻ سڃيا ۽ ڀينگيا. پڙ ۾ ٻوٽو ٻارڻ وارا هئا گهٽا؟ ڏيڍ اڍائي ۽ ساڍا ٽي. انهن ۾ بہ بہ مهاندا ٻن مهينن ۾ ڇٽ. اهڙي ڇٽ گهٽ شل ڪنهن دشمن سان بہ نہ ٿئي. اسان جو تہ ارڪو ترڪو ئي ڀارجي ويو. نہ ملڪ ۾ جنگ لڳي نہ زلزلو آيو. ڪلندي ڪائيندي ۾ مڙس هڙپ. هُئا بہ ٻيئي ٺاهوڪا جنگ جوان. ڪاڪاڙ ٻوٽار وارا. سهڻا شڪيل ۽ مٺيا وارا. لاڪيڻا، لڄ پال، هڪ علم ادب جي ڪاڻ ۽ قلم جو ڌڻي. ٻيو مجلس جو مور ۽ خلق خدمت جو ڪوڏيو. اڃان بہ ٺهليو. ٻئي سنڌ جي قديمي خاندانن جا روشن چراغ. پنهنجي سنگت ساٿ ۽ ساٿيہ تي سر ڏيڻ وارا، نيت، پت ۽ ساک وارا. سندن ويل وڃڻ جي تہ نہ هئي. پر شايد هن ڪري هليا ويا جو. ”هت جني جي لوڙ هُت پڻ آهي تن جي.“

سندن ساک جو ايترو اندازو ڪنهن کي بہ ڪونہ هئو. جيترو سندن وئي پڄاڻان پتو پيو. اديب ۽ سياستدان پيا اڇن وڃن. اهي ٻيئي جنسون هونئن بہ اسان وٽ اڻتوريون اگهايون وينديون آهن. پوءِ توڙي جو ڪو ڪسو هجي يا ڪاندو. پر هي تہ ٻيئي هئا تاجي پيتيءَ پٽ. تڏهن تہ هاءِ دوس متل هئي. جيڏي ڪونہ ڏني سون ڪڏهين. مٿن ماڻتن پائرن پائيتين ۽ سنگت ساٿ جو ماتم تہ سمجهہ ۾ آيو ٿي. ڪجهہ رت جي ڇڪ ڪجهہ وچوڙي جو داغ. پر عجب اهو جو هجوم ۾ هر ”اک“ آلي هئي. آخر ڪو جهٻو تہ هر جيءَ کي آيل هيو. جو ساري راڄ ۾ روڄ هيون. هونئن تہ اسان جا اديب چڙ وچڙ گابا. سيني وچ ۾ ويچا، وٿيون ۽ وريون. پر هن صدمي ۾ سڀ هئا برابر جا ڀاڱي ڀائيوار. اوري توڙي پري جا، ديسي ۽

پرديسي، اچي ڪلهي ڪانڌي ٿياس. ڪي سيراندي ڪان ڪي پيراندي، ڪلها تن ڏناس. واه سيد تنهنجي سواري، سکهي ري ڏولي مين هو جا سوار. اها سيد جي رهائي هئي يا الله جي مٿس رحمت هئي. علماءُ، عالم، اديب ۽ شاعر. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو ته جيئن ويندي وقت به سيني کي پاڻ ۾ پرچاءُ ۽ پريت جو پيغام ڏيندو ويو.

اجان مهينو مس گذريو ته ٻيو تڙڪاٽ ٿيو. هن ڀيري به واڍي واه جو وڻ ليٿايو هيو. اوچو ڳر وارو ۽ قلدار، جنهن جي گهاٽي ڇانو گهٽن لاءِ ڇپر هئي. بيواهن ۽ بي وسيلن لاءِ وڏي وسئن هئي. ڪو غلغلو ٿيو گرنار ۾ سنڌ جو شير شهيد ٿيو. پوءِ خلق ۾ ريهٽ مچي ويو. پنهنجي پراون جي پيهه ٿيندي رهي. ڪي ڀائپي برادريءَ جو پير ڏيڻ لاءِ آيا هئا. ڪي دوستي جو دم نباهڻ خاطر. ملڪ جو صدر وزارت سميت اچي سهڙيو. اها سندس رچ شرافت هئي، ماڻهن جو ڳاهٽ ٿيندو رهيو. ڪنهنجي جذبه ۽ جوش جو ڏيکاءُ حڪمت عملي به ٿي سگهي ٿي. پر ڪنهن جي وئي پڇاڻان هنجون هارڻ؟ هرگز نه. مون ته سپر هاءِ وي جي اڌ وات تي ويٺل چامڙي کي به روئندو ڏٺو. ”اڙي وزير لاءِ ٿو ڳوڙها ڳاڙين؟“ ”نه سائين نه. مون لاءِ ته سڀ آهن مسافر ۽ واٽهڙو. پنڌ جا پانڌيئڙا. هڪڙن کي ايندڙ ڏسان ٻين کي ويندڙ. آءُ ته آهيان وچ وات تي ويٺل سڀ جو سلامي. پو ڪي ترس کائي ڪجهه وٽائي وڃن. ڪي پاڳوند مون سان پٽ تي ويهي روح رهاڻ ڪن. مير صاحب ته مون سان ڪچهريون ڪندو هيو. سائين هو وزير ته نه هيو. مون جيان قلندر جو فقير هيو.“

قبرون وچ ۾ لتيندي، سچل جون به سٽون ياد آيم. ”مين پي اک خيال هان اور لپ سان نال خيال دي.“ خيال جي اڏام به عجيب آهي. ٻنهي جا نقش آڏو اچي اڀريا. اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. اڇرج ۾ اچي ويس. ستن سالن ۾ هي پهريون دفعو هيو جو اکيون آليون ٿيون هيم. مون ته سمجهيو هيو ته اهي نئن ۽ ناليون هميشه لاءِ خشڪ ٿي چڪيون هيون. پر نه ٻيلي. اج اکين کي ڪو مرم پيو هو. ڪي حياءُ جا ڳاڙها پاڇي بچل هئا. شايد اويل سويل ڪنهن ڪم اچڻ لاءِ. شڪرانو ڪيم ته اج پلڪن جي پياس ته بجهي. ٽڏڪار ٿيندي اکين ۾ آرس آيو. اجهاپي جي آس اپري، ائين اک لڳي وئي. ڪنهن سرٻاٽ تي سجاڳي ٿي. سامهون واري قبر پنيان ڪو اکين جو معصوم جوڙو مون کي چتائي ڏسي رهيو هو. آءُ اک ٽيٽ ڪري ڏسندو رهيس. ڇانهر ڪري ڇپ هنيم. چڻ ڪنهن اگهور ننڊ ۾ هيم.

ڏٺم ته هڪ معصوم ٻارڙو هيو. جو پير پير ۾ ڪٽندي اڳتي سرندي ٿي آيو. ويجهو اچي منهنجي ٻانهن ۾ ٻڏل گهڙيءَ کي گهوري ڏسندو رهيو. ائين اوچتو منهنجي اڌ ڪليل اک تي نظر پئجي ويس. گهبرائجي کسڪڻ جي تياري ٿي ڪيائين. مون مرڪي کيس پيار سان چيو ته ”ڊچ نه. فقط آءُ

آهيان. ڀڄ نـ – ڀيهہ- ڀيهہ تہ توکي اها سوني دہلي کولي ڏيکاريان- جنهن سان تنهنجي دلچسپي آهي- ان ۾ گهنٽي بہ وڄندي آهي.“ ٻار ٻيهي رهيو نهايت سنهي ۽ سپاجهڙي آواز ۾ چيائين. ”مون کي سمجهہ ۾ نٿي اچي، مون کي تہ ڪنهن ٻار جي ٻوءِ آئي، تڏهن تہ هتي آيس،پر تون تہ وڏو ڪو ماڻهو ٿو لڳين. مان توکي اڳ بہ قبرستانن ۾ ڏٺو آهي. شايد تو ۾ ڪي ٻاراڻيون ڳالهيون آهن. نـ تہ ماڻهو اسان چامڙن کي ڏسي نـ سگهندا آهن. آءُ ٻار نـ آهيان، پر چامڙو آهيان جن کي اوهان جن ڀوت سمجهي ڊڄندا آهيو. منهنجي عمر ڇهہ سؤ سال آهي. هيءَ مڪلي پڻ منهنجي سانيڀ ۾ ڪيئي دفعا آباد ۽ برباد ٿي. ڪجهہ عرصو اڳ هتي مها ڪاليءَ جو مندر هو. انساني ٻليدان جو مرڪز هيو. پر تون اهو تہ ٻڌاءِ تنهنجي سوني دہلي ۾ ڇا آهي؟ ان ۾ ضرور ڪو جانور يا جيت بند ٿيل آهي. مون کي سندس دل جي ڌڙڪڻ ٻڌڻ ۾ آئي.“

”جو آواز تو کي ٻڌڻ ۾ آيو اها وقت جي ڌڙڪڻ هئي.“ ”وقت ڇا آهي؟ اها نـ مونکي خبر آهي ۽ نـ وري ڪو ٻيو توکي ٻڌائي سگهندو، تہ وقت ڇا آهي؟ ڇو ن ٿا تہ ٽن شين جو ٺهيل آهي. حال، ماضي ۽ مستقبل. وقت سدائين ٻيو هلي. نـ اٿس ننڊ نـ آرام. سدائين ڪن ۾ ساڳيو اکر ٻيو اچاري.“ ”توکي خبر آهي تہ وقت ڇا ٿو ٻولي؟“ ”افسوس. . . هائو. هر پل ۽ هر گهڙي ياد ٻيو ڏياري تہ تنهنجي وهي وهندي ٿي وڃي. ڇاڻ تون جهور پوڙهو ٿي مرندين.“ پر چامڙا وڃڻ کان اڳ اهو تہ ٻڌاءِ. توکي موت جو ڊپ ٿيندو آهي؟“ خوف! موت کان؟ پر اهو موت آهي ڪهڙي بلا؟ ”موت آهي اها گهڙي جڏهن تنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ بند ٿي ويندي. تنهنجي جسم جي مشين بيڪار ٿي بيهي ويندي. تنهنجا خيال ۽ خواب ختم ٿي ويندا. تنهنجي جياپي جي جوت، ڏيئي يا موم بتيءَ جي لاٽ جيان آخرين هڏڪي ڏيئي ۽ سڏڪو ڀري گل ٿي ويندين.“

چامڙو کليو ۽ چيائين تہ” اها سموري بڪواس تنهنجي دماغ ۾ ڪنهن ڀري آهي. ان سوني دہلي کي ڪن نـ ڏئي. حال ماضي مستقبل، اهي سڀ ٺڳي جا ناهہ آهن. ڏسين ڪونہ ٿو تہ سڀ ساڳي ڳالهہ آهي. جو رستو ڀنتي ڇڏي آيو آهين اهو آهي ماضي. جتي ويٺل آهين اهو آهي حال. اڳين وڪڙ کان پوءَ جو موڙ ايندو اهو آهي مستقبل. پڪ ڇاڻ تہ دہليءَ وارو توسان ڇرچا ڪري ٻيو توکي ڊيڄاڙي. ان دہليءَ کي درياہ داخل ڪر تہ اهو شيطاني روح بہ غرق ٿئي، جو منجهنس واڙيل آهي. خبردار جو ڪڏهن ان جي چوڻ تي ڀروسو ڪيو اٿئي. جهٽ کن تون سمهي پئو. جڏهن توکي جاڳ ٿيندي تہ نئون سج ابرندو.تون پوءِ صاف ڏسي سگهندين. پر هتي اڄ ڇا لاءِ آيو هئين؟“

مون ساڻس احوال اوريو. ڪيس ٻڌايم ته اسان جي ديس جا ٻه املهه ماڻڪ لاڏاڻو ڪري ويل هئا، جن ۾ هڪ هتي دفن ٿيل هيو اچ سندس چاليهو هو. ٻيا ماڻهو به اچي هتي مڙندا. آءُ انهن گڏ فاتحه پڙهڻ ۽ ڪلمي جو ثواب بخشڻ آيو آهيان. ”اهي ماڻهو اوهان جو ڪجهه ڪٽي ويا آهن؟ يا ڪو اهڙو ڏوه گناه ڪري ويا آهن جو نوبت بخشڻ ۽ بخشائڻ تي اچي پهتي آهي؟“ چامڙي پڇيو. ”هرگز نه.“ مون رڙ ڪري چيو. ”بلڪل نه. ويندي به سندن ٻيئي هٿين خالي هئا. نه وري ڪو هنن ڪو قصور ڪيو. هو ته ٻيئي معصوم ۽ مسڪين ماڻهو هئا، هنن لاءِ ڪنهن جي دل ڏکوئڻ به ناممڪن هئي، هڪ نفيس ۽ نازڪ دل اديب هيو ۽ ٻيو فقير تن قلندر. توڙي جو ڄائي ڄم کان مير ۽ امير هيو.“ ”پوءِ تون ڪين ڇا ڏيڻ يا بخشڻ آيو آهين؟ تو وٽ آهي ڇا؟ تو وٽ تڳ چڱل گل به پيتا لاءِ ڪونه آهن. ڇا پنهنجي مايوسي ۽ نراسائي مٿن مڙهڻ آيو آهين؟“

آءُ لاجواب ٿي ماٺ ۾ رهيس. وري جهٽ رکي ڪوڙ ڳالهايم ته آءُ سندن دعا ۽ آسيس وٺڻ آيو هيس. ”سندن جٺري به ڪڏهن تون وٽن وئين؟“ ”نه. منهنجي ساڻن ڏيٺ ويٺ ضرور هئي. پر ياري جي حجت ڪانه هئي. البت ٻنهي جي وڏن مربي پائرن سان منهنجي نيازمندي ۽ گستاخي هئي. پر سانگي سان جڏهن به ساڻن ملاقات ٿيندي هئي ته آءُ ڪين جهڪي ادب ۽ اخلاق سان ملندو هيم.“ چامڙو حيراني سان مونکي ڏسندو رهيو. چڻڪ آءُ چريو هئس. ڪجهه پرپرو ٿي پنيرو پوئتي پرڪندو رهيو. وري ڇڻ ڪجهه اوچتو ياد پيس. پيٽ کي هٿن سان جهلي زور سان ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو. ”موت! ايڏو ڪوڙ! حضرت سليمان جو قسم. اوهان، لنگور ۽ باندر اسان چامڙن جي پيٽ ۾ ڪيترا نه احمق آهيو.“ کلڻ بند ڪري ڳنڀير ٿي چوڻ لڳو. توهان واري دنيا ۾ آهي مانڌاڻ متل. اوهان وٽ نه آهي صلح نه سانت. وتو ٿا مک جيان سدائين مُنهن پٽيندا. او ڍڳا ڪن ڪولي ٻُڌ. جنهن کي اوهين چئو موت. اهو ته آهي هڪ پردو. رڱو چولو متاٽو. هڪ پلڪ اک ٻوٽي وري اک پٽڻي آهي. جئن رات کان ڏينهن ۽ اونده کان سوجهرو ٿيندو آهي. جن ٻنهي ڇڻن جي تو ڳالهه ڪئي آهي ته هو هميشه ٻار ٿي رهندا. تو جيان پيپ ڪراڙا نه ٿيندا. هو گلن جيان سدا بهار ۽ ٽڙندا رهندا. تون وڃي پنهنجو فڪر ڪر، اوهين سڀ آهيو انڌا ۽ ٻوڙا. اوهان ڪين ڏسي نه سگهندا. جي ڪين پسڻو آهي اٿو ته پنهنجي دل کي ڪير پياڪ ٻار جيان معصوم رکو. چڱو. هاڻي خدا حاظ. مون کي گهڻو پري پهچڻو آهي. تون به اک پٽ. ڪانو سج مٿي چڙهي چڪو آهي. خواب لهندڙ. خدا حافظ.

اک کليم ته واقعي سج ڳپل مٿي چڙهي چڪو هيو. تڪڙيون ٻرانگهون پريندي ريسٽ هائوس ڏانهن وک وڌايم. جتي مخلوق اڳيئي گڏ ٿيل هئي. سڀ سرگس جي صورت ۾ روانو ٿياسون. هڪ وزير

صاحب جلوس جي اڳواٽي ڪئي. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مقام ۾ پهچي سيني دم پٽيو. مزار تي گلن جون چادرون چاڙهيون ويون. ڪن فوٽو ڪيرايا. ڪن چادرون چاڙهيندي پنهنجو نالو ڳڻايو. جيئن وهانوَ ۾ عورتون جوڙا پوتا جتائينديون آهن. قاسمي صاحب مغفرت لاءِ دعا جا هٿ کنيا. آءُ هجوم کان ڇڇي مقام جي ڪنڊ ۾ وڃي پرپرو ويٺس. پنهنجي ليکي مرڪندو ۽ مشڪندو رهيس. پنهنجي ڪلهي تي ڪجهه محسوس ڪري ڪنڌ ورايم. ڏٺم ته سهڻي سائين ۽ سفيد لباس ۾ پنهنجي دستوري مرڪ سان مشڪي رهيو هو منهن جي ڪن جي پاپڙيءَ کان جهلي چيائين ته”ڏاڍو لچو آهين. تون ڪڏهن به نه سڌرندين. تون آهين لنگهو. متان هاڻي وتين هوڪا ڏيندو ته تو مون کي ڏٺو. ماڻهو آهن ئي پنجري جا پوڇاري, توڙي جو پڪي وڃي اڏامي. هي تو جيان مٿي ٿوروئي ڏسندا. هي وتندا ڌرتي تي ڳوليندا. ڇڻ ڪا شئي وڃائي اٿئون.“

خواب هيو يا ساپيان؟ اها خبر خدا کي. پر ٻنهي ۾ فرق ڪهڙو؟.

# شانتي امان

قدرت جڏهن بہ ڪنهن انسان کي جڳ جهان ۾ ”سرخرو“ ڪرڻ لاءِ چونڊيندي آهي تہ ساڻس پلايون پال بہ دل وجان سان ڪندي آهي. سڀ کان اول مٿس اها نوازش ٿيندي آهي تہ کيس پڙپانگ ويرانيءَ جي ڪنهن گمنام گهراڻي ۾ جنم ڏنو وڃي. پوءِ وري ستت ئي ان ابهم کي سندس اجهي آسري، پيءُ ماءُ جي ڇپر ۽ ڇانو کان نراس ڪندي آهي. تنهن کان پوءِ ٻار جي باقي تربيت شروع ٿيندي ”غربت جي مڪتب ۾.“ جتي پلي هو ڏک ڏوجهرن، بک بيماري ۽ سردي گرمي سهڻ واري سائنس جو علم پرائي، مر پڙ ٿئي. اهو قدرت جو اٽل اصول آهي تہ هوءَ برائي کي پلائي جو ڪچو مال ڪري ڪتب آڻيندي آهي. اهڙي ڦڏي ۽ ڏجي واري سکيا ڏيڻ ۾ سندس نيت صاف ۽ شفاف هوندي آهي. توڙي جو سندس شروعاتي پير ڏنگا، اٽانگا ۽ اڻنگا هوندا آهن. پر آخر ڪنهن موڙ تي اچي پوءِ قدرت، ڦڙتي ڪائي، دائي مائيءَ جيان پنهنجا رت ٻُڏا خوني هٿ ڌوئي پوئي، سندس جهولي ”سڦلي ۽ سجائي“ زندگي سان سائي ڪندي آهي. تهان پوءِ اها مثال زندگي، سموري انسان ذات لاءِ هڪ سنئين سڌي ۽ سوجهري واري وٽ تي پوندي آهي. جنهن لات جي ڏس ۾ هر پانڌيئڙو پنهنجي گينواري زندگي سنواري ۽ توڙ رسائي کيس ڪارگر ۽ سڪارتو ڪري سگهي ٿي.

شانتي امڙ جي هن دنيا ۾ داخلا بہ هوبهو ائين ٿي. راجپوتانا جي جهالا واڙ واهڻ جي هڪ مسڪين راجپوت گهراڻي ۾ جنم ورتائين. ٻارنهن مهينن جي هئي تہ پيءُ لاڏاڻو ڪري ويس. پوڻن پنجن سالن جي مس ٿي تہ ماءُ بہ موڪلائي ويئي. نانيءَ پنهنجي ڏڪندڙ هٿن ۾ ڏوهٽيءَ کي سنڀاليو ۽ پاليو. پر اها پوڙهي بہ ڏي جي مئي وينِي هئي حياتيءَ کان رُني. مٿان پرلوڪ کان آيس نياپو تہ اٿي ڪڙي ٿي. پرڏيهي پيڪن ۾ وڃي دم پٽيائين. اهڙي نموني شانتي هڪ پيتلي گهاگهر جيان هڪ بازوءَ کان ترڪي ٻئي پاڪر ۾ ۽ ٻي هنج کان کسڪي ٽئين منجهہ رسندي رهي. پر هاڻ تہ نہ اهي هٿ رهيا ۽ نہ ڪا هنج. سنسار جا سڀ سهارا اسي چڪا هئا. ايشور جي عجيب مايا هئي. عجيب تہ شانتي پاڻ بہ هئي. جنهن وٽ تي ويئي ۽ جنهن هنڌ تي ويئي اتي ”اوم شانتي“ ڇانئجي ويئي.

نانيءَ ويئي شانتيءَ لاءِ جهالاواڙ ۾ باقي ڪو مٽ مائٽ پاڇي نہ بچيو جو سندس پرگهور لهي يا پالنا ڪري. آخر سندس ماسيءَ کي ننگ پيو جا احمد آباد (گجرات) ۾ رهندڙ هئي. تنهن کيس وني آڻي پاڻ وٽ گڏ رهايو. ان وقت شناختيءَ ڪارڊ جي عمر بمشڪل ست اٺ سال هئي. انهن ڏينهن اها عمر محنت مزدوريءَ لاءِ مناسب سمجهي ويندي هئي. آخر شانتيءَ هڪ مزدور لوڪ گهر جي يتيم ڇوڪري

هئي. ڪو وارثن واري سڪيلڏي ٿوروئي هئي جو ويهي پينگهہ لڏي يا گڏي گڏن سان کيڏي! سندس مامي پاڻ بہ هڪ مزدور عورت هئي. ۽ پنهنجي ”ڏهاري“ ڪمائڻ گڏ مزدورن واري ساٿ جو سرگرم ورڪر پڻ هئي. هن شانتيءَ کي گهر ۾ اڪيلو ڇڏڻ مناسب نہ سمجهيو. ان ڪري ڪيس صبح جو اسڪول تعليم لاءِ ۽ شام جو ڪپڙي اٽڻ واري ڪارخانہ ۾ ٻين پورهيت ڇوڪرين گڏ ڪم ۾ رنبائي ڇڏيائين. جڏهن شانتي عمر جي ٻارنهين سال ۾ پير رکيو تہ سندس تعليم پنجن درجن تي پهچي وئي. هاڻ هوءَ ان لائق اچي ٿي هئي تہ ڪارخاني ۾ اٽڻ جو اڪيلي سر نيڪو ڪٽي، هڪ پختہ مزدور جيترو اجورو ڪمائي سگهي. نيڪي جي پورت ۾ ڪيس 12 ڪلاڪ لڳاتار ڪم ڪرڻو ٿي پيو. انڪري وڌيڪ پڙهائي مشڪل هئي. آخر محنت جي مزدوري بہ تہ تڏهن اوج تي هئي. چوڏهن آنا ڏهاڙي! اهو برڪت وارو پلارو دور هيو اڪيلي سر لاءِ 14 آنا گنج هئا. اجان بہ عياشي هئي.

هاڻ امان شانتي پنهنجي ڏندين ڏاند ٿي چڪي هئي. هوءَ هڪ هنرمند ڪاريگر هئي. پنهنجي حصي جي ڪم نپٽائڻ کان پوءِ ٻين مزدور عورتن جو هٿ پڻ ونڊائيندي هئي. اهڙي آچار ٻين گهٽن ڪمزور ۽ بيمار پورهتين لاءِ اپل ثابت ٿيندي رهي.

مزدوريءَ ڪيس هڪ عجيب شڪتي بخشي هئي. جنهن جوهر کي هن ٻين بدنصيب ڀينرن جي سهائتا ۾ سيڙائڻ بهتر ٿي سمجهيو. آخر بہ تہ هڪ تجربيڪار ماسيءَ جي سکيا هيٺ هئي. سندس ماسي هاڻ بيڙي ورڪر يونين جي نائب صدر هئي. شانتيءَ کي پورهيت عورتن جي سار سنڀال ۽ سندن تحريڪ ۾ پرپور بهرو ونڻ لاءِ همٿائڻ جو سهرو سندس سر تي هيو. شانتي پاڻ بہ پنهنجو وسان گهٽايو نہ ٿي. پر اٿلندو پنهنجي وت کان وڌيڪ ٿي ادم ڪيو. ڏينهن جو مزدوري، رات جو گهرو رڌو پڪو ۽ پانڌا باسڻ ماڃڻ. موڪلن وارا ڏينهن عورتن جي آتڻ ۾، ڀينرن جي ڀلائي لاءِ اڻ تڻ، ۽ رٽن کي عملي جامون پهرائڻ وارا پروگرام.

1939ع کان 1943ع وارو چار سالہ عرصو پاڻ ساڳي سانيتڪي طريقي ۽ دستوري مشغوليءَ ۾ گذاريائين، سواءِ ٽن خاص واقعن جي. جن بدولت ماسي ڀاٽيجي ٻنهي جي مانيٽي زندگين کي نت نئين ور وڪڙن سان روبرو ٿيڻو پيو. اهي ٽيئي موڙهڪ ٻئي پنيان، هر هڪ في سال سوا جي وڇوٽيءَ تي آيا. معلوم ائين پئي ٿيو ڄڻ قدرت ٻنهي جي قسمت جو ٽپڻو پٽي، لايا سجايا ڪري، سندن جوڙا ميڙا ٿي رچايا. هونئن بہ انسان کي، خالي ڀيلي، اجائي ۽ سچي سوچ آهي نہ تہ جيڪر انسان ، نہ ڪنهن جي ڪڏهن ڪاڻ ڪڍي ها ۽ نہ ڪنهن جو ڳيجهو ٿئي ها، مورڳو ڪوشش ڪري جمي بہ ها تہ ٻنان ماءُ پيءُ جي. پاڻهرتو ۽ ”اپڻي مدد آپ“ اصول تي. خير. 1941ع ڌاري ٻنهي گڏجي اسلام قبوليو. نئين

ترتيب ۾ ماسي ”مائي امينہ“ ٻڌجي ويئي ۽ امان شانتي کي مائي ”زيب النساءَ“ سڏيو ويو. سندن حالتن پٽاندر اهو هڪ لازمي فيصلو هيو جنهن ۾ ڪنهن لاچاري يا لالچ کي ڪو دخل نہ هيو. ٻنهي جي رهائش آستوڙيہ پاڙي ۾ هئي، جنهن جي آبادي مسلمانن جي هئي. اٽڻ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ ساٿي گهڻو ڪري هئا ”سنڌي واڙي“ جا ڪوري، جي سڀ مسلمان هئا. پورهيت تحريڪ ۾ پڻ گهڻائي مسلمان روڪرن جي هئي. ان ڪان سواءِ نہ ڇڙو احمد آباد شهر پر سموري گجرات صوبي ۾ صدين ڪان وٺي مذهب جو تعصب ڪو نالي ماتر پئي رهيو آهي. مسلم حڪومتن وئي هندو حڪومتن بہ ساڳي رواداري قائم رکي. سومناٿ پٽن ۾ جڏهن هڪ مسلمان واپاريءَ ”منجيٺي“ مسجد ٺاهڻ لاءِ فقط اجازت گهري تہ هندو رياست طرفان اها سرڪاري خرچ تي نهرائي ڏني وئي.

1942ع جي آخر ڌاري مائي امينہ جي شادي ٿي گذري،جنهن ”جوئا جي داءَ“ ۾ گهوٽ ڪنوار ٻئي نفعي ۾ رهيا. توڙي جو ”عشق“ يا پنهنجي ”پسند“ جي شادي هرگز نہ هئي. مزدورن جي زندگي ۾ ”عشق ۽ پسند“ جون عياشون ڪٿي؟ ڪنهن نڪمٽيءَ پوڙهيءَ جون دوربين اکيون تاڙ ۾ هيون. پيچ تہ هوئڻ بہ پوڻو هيو. باقي بهانو گهربو هيو جو پوڙهيءَ پيدا ڪيو. ڪٿي ڇئجي تہ قدرت کي بہ دليون ملائڻيون هيون. آخر قدرت بہ تہ قديمي جڳ جي ڪراڙي آهي ۽ ڪم بہ اڪثر اهڙين امڙين وارا اٿس. پر پوءِ الاجي ڇو ڪڏهن ڪڏهن ماٽيلي ماءُ واري اماڙي ڪٽي ڪڍ پوندي آهي. خير ٻئي ڏريون اڌيڙ عمر جي ڏاڪي تي پير رکي چڪيون هيون . جڻ ٻنهي هڪٻئي جي ڳولا ۾ عمر گنوائي هئي. شادي سادي نموني ٿي گذري. آخر غريب جي شادي هئي. پورهتين جي فرقي ۾ زر زيور ۽ ڏاج ڏيوڻ جي ڪو سوال ئي ڪونہ هيو. گهوٽ کي خالي رسمي ”هان“ ۽ ڪنوار رکي حياءُ واري ”هون“ ڪرڻي هئي. امينہ ڪا وڏ گهراڻي ”وني“ تہ نہ هئي جو ٽڪساد ٿين. جيئن اڄڪلهہ اسان وٽ پيا تماشا ٿين.

اڳ ۾ تہ پڇن خانداني شجره. متان گهٽ ذات سان پلئو وچڙي وڃي. پائي ذات تہ آهي الله جي. باقي تہ آهيو سڀ مائي مٽي جي اولاد. پوءِ وٺن جائداد جو جائزو. تهان پوءِ لڳن ڏاج جي ڏي وٺ لاءِ تاڙيون. آخر ۾ اچي صدقي جي ٻڪرن گهوٽ ۽ ڪنوار جو وارو. قصو نهي نہ نهي، وٽ رينگيت کي. خير ڳالهہ هئي مائي امينہ جي شينهن ڪلهي چڙهڻ جي. آءُ پنهنجا پٽا پٽڻ ۾ لڳي ويس. ڪنهن ماٺهوءَ کان پڇيو ويو تہ چنڊ جي ڪهڙي تاريخ آهي؟ چيائين چنڊ جي تہ خبر نہ آهي. پر دال جي تيرنهن تاريخ آهي! جنهن کي جهڙي جهوري لڳل هجي!

آستوڙيہ محلي ۾ مائي امينہ جي گهر آمهون سامهون هڪ ٽيلرنگ شاپ هئي، جنهن جو مالڪ جهونو سياسي جوڳي هئڻ گڏ پاڙي جو پريو مڙس پڻ هيو. پنهنجي مربي پٽ جي شادي خانہ آبادي لاءِ

ڪافي فڪرمند هيو. پر ڪيس سياست کان ئي فرصت ڪانہ هئي. شاديءَ جو خفو ڪير ڪري؟ هُن، مهل ۽ موقعو ڏسي مائي امينہ سان پنهنجي پُٽ لاءِ شانتيءَ جي ٻانهن گهُري. مائي امينہ ڪيس هن شرط تي دلجاءِ ڏني تہ ”داعي مدعي“ لاءِ هڪٻئي کي ڏسڻ لازمي هيو. ڇاڪاڻ تہ شانتي هاڻ جوان جماڻ هئي ۽ پنهنجي وات وڪيل هئي. مزدورن لاءِ پردي جو ٻنڌڻ تہ هيوئي ڪونہ. پر گهوٽ موقعي تي موجود ئي نہ هيو. هو ڪراچي ۾ هڪ برڪ سياسي اڳواڻ جي حيثيت جو مالڪ هيو. انڪري هي ضروري سمجهيو ويو تہ ڪيس ڪنهن بهاني احمد آباد گهراٽي معاملو طئہ ڪيو وڃي. جنهن موقعي لاءِ گهٽو عرصو ترسڻو نہ پيو. 1943ع جي مارچ مهيني ۾ ڪارخانہ جي مزدورن پنهنجي ساليانہ جلسي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪيس خاص دعوت ڏيئي گهرايو ويو. اهو خوش قسمت انسان هيو سيد جمال الدين بخاري، جو سنڌ ۾ ”ڪامريڊ بخاري“ جي نالي سان مشهور آهي. ڪانفرنس ۾ شامل ٿي ڪامريڊ بخاريءَ هڪ نهايت دونهين دار تقرير ڪئي. ماڻهن تاڙين جي ڦهڪن سان سندس خيالن جي آجيان ڪئي. ڪڙاڪيدار نعرا بلند ٿيا. پوءِ جڏهن خاموشي ٿي تہ شانتي هميشہ لاءِ سندس پناري پئجي ويئي.

ڪامريڊ بخاري، انهن ڏينهن هڪ ”ٻرندڙ جبل“ هيو. سندس مُک کون سدائين ڪانڊا تانڊا ۽ آڳ جا آلا نڪرندا هيا. ان وقت جي 43 عمر ۾ ئي درجن سالن کان وڌيڪ عرصو جيل ڪاٽي چڪو هيو. اهڙي جلالي جوان جي جياپي لاءِ شانتي نہ فقط سندس دل وٺان هئي. پر سندس دائمي دکي دل لاءِ ”ياقوتي“ جيان هڪ ٽڪ علاج پڻ هئي. 1943ع جي مئي مهيني ۾ شانتي پنهنجي وَرَ جي همراهيءَ ۾ لڏي پلاڻي اچي ڪراچيءَ پيڙي ٿي. ڪامريڊ بخاري سرخ پارٽيءَ جو روح روان اڳواڻ هيو. سندس گهر دفتر هڪ ۽ ساڳيو هيو. جو بندر روڊ تي لائيٽ هائوس سئينما لڳ هيو. پر گهر جو فقط نالو هيو. آئي وئي لاءِ اوطاق بہ هئي، ورڪرن جي سڪيا جو مرڪز ۽ پارٽي ڪاروبار جي آفيس پڻ. شانتي جي آئي هن ساري اداري کي سگهري گهر جو وَنسو ملي ويئي. سڀ ورڪر جي اڳيان فقط چڙوچڙ گابا هئي اهي هاڻ گهر ڀاتي ٿي ويا. ملباري هوٽل جي سگنل سالني بدلي هاڻ گهرو ٻوڙ ماني ملڻ لڳي. بخاري صاحب جو اڳ جمعي جمعي تي ڪپڙا بدلائيندو هيو هاڻ روزمره اچا ڌوتل ۽ استري ڪيل جبا پائڻ لڳو. هي پهريون دفعو هيو جو پارٽي آفيس ۾ پورهيت عورتون اچڻ وڃڻ لڳيون. گهرو پورهيت عورتن جي الڳ ۽ ”آيا“ ماين جي جدا يونين ترتيب ڏني ويئي. سندن اڳواڻ شانتي هئي . شانتي جي دستوري محنت مزدوري ۾ ڪا ڪمي نہ آئي. اٿلندو سندس ذميوارين ۾ واڌارو ٿيو. اڳ ڪيس محنت جو اجورو تہ ملندو هيو. هاڻ تہ سڄي اٿالي کي ڦوڪٽ ۾ پالڻو ٿي پيو. بخاري جهڙي اڻ گهڙيل ڪاٺ ۽ اڦر وهڙي کي ”وهو“ ڪيڻ ان کان الڳ معاملو هيو. جي بہ گهڙيون ڏينهن ۾ ڪيس وافر مليون، اهي وري يونين سازيءَ ۾

خرچ ٿي ٿيون. اڳ خالي پيٽ جي پوڄارڻ هئي ۽ هاڻ تہ سڄي ٿپر جي جڻ زرخريد ٻانهي هئي. زندگي ساڳي ئي بار ڍوئيندڙ ڍور واري هئي پر پاڃاري بدلبي رهي. پوءِ ڪڏهن گاڏيءَ ۾ تہ ڪڏهن گهاٽي ۾.

منهنجي امان شانتيءَ سان ڏيٺ ويٺ اول اڄ کان 36 سال اڳ ٿي. جڏهن آءٌ تازو جيل کان ڇوٽڪاڙو حاصل ڪري ڪامريڊ بخاريءَ جي ڪٽنب ۾ شامل ٿيو هيس، جتي منهنجي انهن علمبردارن نوجوانن سان پڻ شناسائي ٿي، جي صحيح معني ۾ انسانيت جا علمبردار هئا ۽ جن پنهنجي پوري زندگي هاري ۽ مزدورن جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. روزانہ سونپيل ڪم جي پوئواري بعد، دفتر ۾ اچي، ڪامريڊ شانتيءَ اڳيان ماني کائڻ لاءِ پلٿي ماري ويهندا هئاسون. پوءِ امڙ شانتي جي هٿن جا تازا پڪل ڦلڪا اسان جي ڇهبر پيٽن ۾ ڏڙا ڏڙ پوندا رهندا هئا. منهنجي لاءِ هي پهريون پيرو هو جو هڪ اهڙي خاتون سان واسطو پيو هو جنهن جي جسم تي نہ هيو ڪو ڳهہ ڳٺو ۽ نہ ڪو هار سينگار جو ميڪ اپ. سادگي ئي سهي پر ڪو ٻانهن ۾ ڪنگڻ يا نوٽ ۾ چوڙو ڪا ڇيچ ۾ منڊي يا ڇلو يا ڪو ڪن ۾ والو؟ ڇڙو الله جو نالو منو. بدن تي جوڙي ڪپڙي جي. سفيد ساڙهي ۽ پيرن ۾ چاڪري. اڄ ڏينهن تائين مون ڪيس سدائين اهڙي سادي صورتحال ۾ پئي ڏٺو آهي. جهڙو ان زماني ۾ پهرين ڏينهن ڏٺو هيم. هاڻ فقط فرق هي آهي تہ سندس مٿي جي وارن ۾ اڇاڻ وڌيڪ ٿي ڏسجي. ٿي سگهي ٿو تہ اهو سندس سفيد ساڙهيءَ جي رنگ جو تاثير هجي جنهن جو هڪ پلؤ ورائي مٿو ڍڪيندي آهي.

1946ع جي آخر ڌاري ڪامريڊ بخاريءَ کي گرفتار ڪري جيل ۾ واڙيو ويو. جا ڪا وڏي يا خاص ڳالهہ نہ هئي. ڪامريڊ لاءِ جيل وڃڻ اهڙي رواجي رسم هئي جهڙي ڪنهن سهاڳڻ لاءِ ستاواڙي تي پيڪي گهر پهچڻ. پر سندس اڳ ۽ هاڻ جي جيل ياترا ۾ خاصو فرق ڦير هيو. اڳ ڇڙي ڇانڊ هئڻ ڪري جيل ۾ وڃڻ هڪ وئڪيشن هئي. هاڻ ٻي ڳالهہ هئي. پنيان شانتيءَ ڇڏي آيو هيو اها بہ ٻن معصوم ٻارن سوڌي، وري وٽن گذاري لاءِ راشن پاڻي هڪ هفتي جيترو مس هيو. پارٽي ورڪرن ۾ گهڻا اڳيئي باندي ٿي چڪا هئا. باقي جي رهيل هئا اهي پاڪ سچا ۽ الهڙ نوجوان جي پاڻ اٽي تي چٽي هئا. شانتي پورهيو ڪري پيٽ پالڻ جهڙي بہ نہ هئي. هڪ ٻار ٿڃن تي ۽ ٻيو ٻانيڙن ۾. چار پنج مهينا تي لهي ٿبي تي ۽ ٻين جا ٿانو ماڃيندي گذر سفر ٿيندو رهيو. پر آخر ڪيستائين؟ هي برابر آهي تہ ڪن همدرد ۽ هڏڏوکي ماڻهن ڪامريڊ بخاريءَ لاءِ جهولي ڦهلائي چندا ڪنا ڪيا. پر اها رقم هنن پنهنجن ضرورتن جي پورت لاءِ جمع ڪئي هئي. پوءِ ڪي پنن الله جي نالي ۾. هنن جاوا ڪيا ڪامريڊ جي نالي ۾. آخر اهو ڪيئن ثابت ڪيون تہ اسين بنيادي طور چور ۽ ڳنڍي ڇوڙ قوم آهيون. شانتي ٻن ٻاهين وچ ۾ ڦاٿل هئي. هڪ ٻارن ۽ پنهنجو قوت گذران ڪرڻ ۽ ٻيو ڪامريڊ کي جيل کان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد.

پوءِ شانتي ٻئي ڀار، گهڙو پريندڙ عورتن جيان، هڪ هنج تي ٻيو ڪلهي تي، ڪٽي سرڪاري آفيسن جا چڪر ڪاٽڻ شروع ڪيا. ڪڏهن وڏي وزير پير الاهي بخش وٽ ڪڏهن چيف سيڪريٽري اين اي فاروقي ۽ ڪڏهن سيڪريٽري داخلا هاشم رضا وٽ. سندس درخواست بہ عجيب هئي. "مونکي ٻارڙن سوڌو جيل ۾ ڪامريڊ سان گڏ رکيو وڃي. يا وري سرڪار خرچ پري ڏي." ٻيئي ڳالهيون ڳوريون. سرڪار کي کهڙي خبر تہ ڏوهاري بہ ٻچڙيوال ٿيندا آهن ۽ سندن ٻارن کي بہ جيئڻ جو حق حاصل هيو.

سڄا سارا اڍائي سال شانتي انهن ڏکن ٿاٻن ۾ در در جي رولڙن ۾ رهي پر ڪيس ڪنهن لاءِ بہ شڪايت ڪانہ هئي. ڏک سک تہ هونئن بہ زندگي جو ڏاج هيا. ڪو انسان غم کان واندو ئي ڪونہ هيو. پر هتي تہ بادشاه گڙديءَ جو دور هيو. پوري ملڪ ۾ مانڌاڻ متل هيو. ڪروڙها ماڻهن جي لڏپلاڻ جاري هئي. هر طرف ڦرلٽ، رتوڇاڻ ۽ انساني ڪوس عمل ۾ هيو. شانتيءَ جي مشڪل تہ هئي فقط رواجي گذران جي. ڪجهہ ڏينهن بعد پارٽيءَ تي بندش وڌي ويئي. دفتر سيل مهر ڪيو ويو. ڪامريڊ بخاريءَ کي ملڪ دربدر ڪرڻ جو حڪم جاري ٿيو. قاضي فضل الله جي ڊوڙ ڊڪ ۾ سندس ضمانت تي ڪامريڊ کي جيل کان آزاد ڪيو ويو. پر سندس ڪراچي جي حدن ۾ داخلا تي بندش وڌي ويئي. ڇوٽي آهي تہ هجيئي ناٽو تہ گهمجي لاڙڪاڻو. پر شانتي پهرين عورت هئي جا مڙس ۽ ٻار ساڻ ڪري بنان ناٽي اچ لاڙڪاڻي وارد ٿي.

قاضي فضل الله نہ فقط سندن گهر ۽ گذران لاءِ بلو پيٽي ڪيو پر جيسين ڪين مٿي ڇُپائڻ لاءِ ڪو اجهو ميسر ٿئي ان وقت تائين ڪيس پاڻ وٽ ۽ پنهنجي گهر ۾ مهمان ڪري رهايو. ڪجهہ عرصو ساهي پٽڻ کان پوءِ ڪامريڊ هڪ ننڍڙي پريس کولي هڪ هفتيوار اخبار "انصاف" جاري ڪئي. ڪامريڊ "انصاف" اهڙي وقت ۾ جاري ڪيو جڏهن عدل واري تارازيءَ جا "ٻئي پڙ" ڇڇي غائب ٿي چڪا هئا ۽ ملڪ فقط "ڳنيءَ" تي ٿي هليو.

اڄ شانتي اٺ انينگر نينگرن ۽ هڪ نياڻي جي مُرڪندڙ ماءُ آهي. سڀ پنهنجي پيرن تي بيٺل آهن. اڌ عدد حڪيم ۽ ڊاڪٽر آهن يا ڊاڪٽريءَ جي پنڌ ۾ آهن. باقي نوڪرين ۾ رڌل آهن. بہ نوجوان ۽ هڪ نياڻي اعلي تعليم پرائڻ ۾ مشغول آهن. لک لائق سندس جو هفتو کن اڳ، پاڻ پيير پري گهر ۾ امڙ آئي. هٿ ٻڌي التجا ڪيم تہ "هاڻ تہ ڪجهہ آرام ڪر." کلي ويئي. چي ٻڌو ڪونہ اٿئي تہ "ڏيءُ جي ماءُ گهر جي راڻي ۽ پٽن جي ماءُ نوڪرياڻي." هاڻ ويئي پوٽن پوٽين جي نوڪري ڏيان. چيومانس تہ ڪجهہ ڏينهن ترسي پئو ڪجهہ تہ ٿڪاوٽ دور ٿئي. اڪيون پرجي آيس. چي ڪامريڊ کي اڪيلو ڇڏي آئي آهيان. ائين نہ ٿئي جو ڪامريڊ بہ ڪاوڙجي رسي وڃي ۽ مون اياڻيءَ کي اڪيلو ڇڏي وڃي. پوءِ آءُ

ڪيئن جيئندس. مونکي تڏهن سمجهه آئي ته راجپوت عورتون پنهنجي ور وئي ڪچاڙي لاءِ ستيون ٿينديون هيون!

اڳ انسانيت جي پرک ۽ پروڙ لاءِڪجهه ڪسوٽيون هونديون هيون. جي اڄڪلهه اٽلپ آهن. هاٿي آهن ماڻهوءَ جي ماپ ۽ تور لاءِ فوٽ ڪٽيون ۽ تارازيون. اهي به اڻپوريون ۽ ڪاٺ واريون. ان ڪري ڪري ۽ ڪوڙي جي خبر نه چار. هر ڪو ڏسي ٿو ظاهري ڏيک ويک کي، ٻاهرين ويس وڳن ۽ ٺٽ ٺانگر کي. يعني ڪوپن تهن ۽ توتڙن کي. ڏن دولت محل ماڙيون رتبا ۽ مرتبا آهن اڇٽا وچٽا ۽ ڦرٽا گهرٽا. اڄ مون وٽ سياڻي تو وٽ سلامي. اصل ڳالهه آهي زندگيءَ جي. ڪٿن گذري؟ ڪنهن جي ڪم به آئي يا پاڻ تائين هئي پوري، اجائي وئرٽ ويئي يا سجائي ٿي. اهو مشاهدو ماڻٽو اٿو ته پوءِ هلو ته هلون امان شانتي وٽ. جي سندس مانيٽي اکين ۾ ليئو پائي سگهو ته اجان به چڱو. اهي ئي نماڻا نيڻ آهن. جن پاڻ کي ۽ پنهنجي فرض ادائيءَ کي سجاتو. سڀ ڪجهه صبر سان سهي هر نينهن جو ناتو نباهيو. نباه ڪري پاڻ کي موڪيو. پر واه جو پاڻ ملهايو. امڙ توتي سلام- سؤ بار سلام.

# بي بي دادا ٻچل

سونهاري سنڌ جي تواريخي شهر شڪارپور کان اٺ ميل مفاصلي تي اولهه رخ ۾ ياسين خان پناڻ جو ٻڌايل هڪ ڳوٺ آهي جو ڳڙهي ياسين نالي مشهور آهي. اڄ کان سؤ سال اڳ به هي هڪ برک ۽ وسندڙ ميونسپل شهر هو. پر گذريل ٽيهارو سالن کان اسرڻ بجاءِ اجڙڻ طرف وڏيڪ لاڙو رکيو اٿس. ڪن جو هي چوڻ آهي ته واٽين ۽ وڻجارن وئي ويراني ويڙهي ويس. ٻين جو وري هي خيال آهي ته سم جي سيڪ تباهي آندي اٿس. ٿي سگهي ٿو نظر لڳي هجيس. ان ڦتل شهر جي اتر اولهه ڏس ۾ جتي ميونسپل جي حد اچيو ختم ٿئي ٿي، اتي پڇاڙي واري گهٽيءَ جي ڇيڙي تي، منهنجو اباڻو گهر اڏيل آهي. گهٽيءَ جي اوير ۾ سيدن جا ڏُهاڪو کن ڪچا پڪا گهرڙا نهيل آهن ۽ اولهه ۾ اسين "ڪُٽ خلق" جو راڄ رهندڙ آهي جنهن ۾ سپايا، حجم، پناڻ ۽ بروهين جا قبيلا اچي وڃن ٿا. سپ گهراٽا سوين سالن کان اتي آباد آهن ۽ پيڙهن کان هڪٻئي کي ڄاڻن سڃاڻن. پاڻ ۾ رک رکاوٽ ۽ ميل ميلاپ جو عالم هي آهي جو هڪ ٻئي کان الڳ گهرن ۾ رهندي به معلوم ائين پيو ٿيندو ته ڄڻ سيئي پاڻ ۾ آڪهه جا ياتي آهن.

سيدن جي پاڙي ۾ رهندي اسين ڄٽ چاموٽ ڪو سيڪجي سيد سو ڪونه ٿيا آهيون پر سندن سدوري ڇانو ۾ سک ضرورو سوين ورتا اٿئون. هڪ ته اسان جي گهٽي ۾ ڪوبه ماڻهو اٺ يا گهوڙي تي سوار ٿي ڪونه گذرندو آهي ته مبادا ساداتن جي گهرن ۾ نظر پوي ۽ سندن بي پردگي ٿئي. آڪڙجي ۽ سينو تاڻي گهمڻ ته ڇڏ پر گليءَ ۾ هر گذرندڙ حياءُ ۾ ائين ڪنڌ جهڪائي ويندڙ ڏسبو جو پائڻ ته چاٻيون وڃايون اٿائين يا گم ٿيل پئسا ڳوليندو ٿو رهي. نه وري ڪنهن ماڻهوءَ کي گهٽيءَ ۾ وڏي واڪي گارگند يا ٻوڪڙ ڪري ڳالهائيندي ٻڌو ويندو. اهڙي ادب اخلاق جي سختيءَ سان پابندي جو ڪارڻ سيدن جي حضور شرميءَ کان به گهڻين پانڱي وڌيڪ هڪ ٻي هستيءَ جو وجود هيو جنهن کي "بي بي دادا" يا اڄان به "بي بي امان" سڏيو ويندو هو. بي بي امان اسان جي پاڙي جي بي تاج راڻي هئي ۽ نه فقط اسان جي زبان پر اسان جي دلين تي به راڄ ڪندڙ هئي. ٻڍا ڇا جوان، مرد خواه عورتون، سيئي ڪيس ان ادب ۽ عزت جي نگاه سان ڏسندا هوا جو مان مرتبو اسان وٽ فقط مائرن لاءِ مخصوص ٿيل آهي.

بي بي امان پناڻي هئي ۽ دراني خاندان جو واحد فرد هئي جا اسان جي پاڙي ۾ آباد هئي. سندن اصلي نالو بي بي ٻچل هيو. سندس ور اسان جي سانير کان گهڻو اڳ راه رباني وٺي چڪو هيو. مون جڏهن هوش سنڀاليو ته ستر سال کان گهڻو اڳيرو گذري چڪي هئي. عجب اهو جو پيرسنيءَ جو ڪوبه

آثار سندس حسين اوراپن تي اثرانداز نہ ٿيو هيو. سنهڙي، قدآور، بيحد سهڻي بلڪل ان نوراني حسن جي مالڪڻ هئي جو نيڪ ۽ پرهيزگار عورتن جي پيشاني تي سونهري صورتخطيءَ جيان جرڪندو ۽ تجلا ڏيندو ويندو آهي. سندس آواز سباجهڙو ۽ الله جي نالي جيان منڙو هيو. جڏهن بہ مونکي ”چمڙا“ چئي سڏيندي هئي تہ آءُ ڇاٽي ٻجهي فقط هن لاءِ ڪن لاٽار ڪندو هيس تہ جيئن بہ ٿي دفعا ٻيهر بہ ان نالي سان نوازيو وڃان. پر جڏهن بي بي امان وڏيڪ ڪاوڙجي ”چمڙہ جا پٽ“ ڪري پڪاريندي هئي تہ منهنجي منهن جو پنو لهي ويندو هيو ۽ پيءُ سان بہ رشڪ ۽ ريس ٿيندي هيم. ڇو تہ منهنجو موروثي حق ڪيس هرويرو ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪيو ٿو وڃي.

پنهنجي گهر ۾ اسين پاڻ ۾ اٺ پائر هئاسون. سيئي پائر خير سان مون کان هر لحاظ ۾ بهتر هوا. ڪو عمر ۾ وڏو هيو. ڪو عقل ۾ گهٽو تہ ڪو افعالن ۾ چڱو هيس. سونهن ۾ تہ سڀ مون کان سرس هوا. آءُ مڙوئي وصفن ۾ مار ڪاڏل هوس. ان ڪري گهر يا گهراٽي ۾ عزت خير ڪي هيم. پر گهر کان ٻاهر گهٽيءَ ۾ منهنجو شان ڪجهہ ٻيو هيو. پاڙي جون پيرسن عورتون تہ مون تان صدقي ويندیون هيون. ڪنهن جي ٻڪري ڏڻ ۾ ڇڏي ايندو هيم. ڪنهن لاءِ چونري ڪٽي ڏڏ پني ايندو هيس ڪنهن لاءِ ناس تہ ڪنهن لاءِ تيل ميٽ وٺي سندن ڪوٺ پوري ڪندو هيس. بي بي امان جي خيرات واري ماني سيدن جي گهر ڏيڻ ۽ هر سانجهيءَ جو سندس ڏيئو مسيت ۾ ٻاري اچڻ تہ منهنجي روزمره جو نيم هيو. مون کي موٽ ۾ دعائون ملنديون هيون تہ ”اڏڙو ٻيڏڙو ٿيان.“ (جن دعائن جا هاڻ وينو ڪيتا لوڙيان، ان وقت مون کي خبر نہ هئي تہ وڏي عمر دعا نہ بلڪ عذاب آهي) باقي ٻيڏڙين جي ياڪرن ۽ چمين جو جيترو ذڪر ٿورو ڪجي تہ بهتر. ناني شير ماءُ جي نسوار واري چمي، ماسي خانل حجامڻ جي چيڪي مٺي واري چميءَ غوثل ماءُ جي خطرناڪ چمي، جنهن جا ٻہ اڳيان ڏند ٻاهر نڪتل هوندا هئا ۽ سندس چميءَ کان مون کي ڏڍ نڪرندي هئي. پر مون لي ڦبيون بہ اهي منڙيون جي مون کي انهن امڙين نندي لاءِ ڏنيون. انهن وٺي هاڻ تہ انهن ناس، ميٽ ۽ هٽبن ڏندن وارين چمين لاءِ بہ منهنجا ڳل ڳتا اپاٽڪا ٿي اوپاسيون ڏيندا ٿا رهن. پر ڪٿان آٽيان اها معصوم عمر جڏهن هر عورت ست ڏيئي ڪنيراتيءَ کان جهلي زوري چمي ڏيندي هئي ۽ وري ڪٿل سندس سيني سان لائي دعائون بہ ڪندي هئي. خاص طور ماسي ڏياٽي جي ڇڄ جيڏي ڇاتي جنهن جي ٽٽن جي ٻيڪڙ ۾ منهنجو ساه ٻوساٽبو هو. رب بخشيش هوءَ چمي بہ ائين ڏيندي هئي، ڄڻ بوتل ۾ ڦاٿل ٻوڇ کي ڇڪ وجهي ٻاهر ٿي ڪڍي.

بي بي امان ااسان جي ٻچڙيوال پاڙي جي ڪوتوال ۽ لڄ پال هئي. جيستائين جيئري هئي تہ ڪنهن گهر ۾ جهيڙي جهتي جو سوال ئي پيدا نہ ٿي ٿيو. اجان ڪٿي ڳالهہ کون ڳالهوڙو مس ٿيندو تہ

بروقت اچي نازل ٿيندي. سندس آئي مٿل ۽ ٿتل جهيڙو بہ ٺري يخ ٿي ويندو ۽ سناٽو ڇانئجي ويندو. الاجي ڪيس ڪيئن ڪڙڪ پوندي هئي. ڇڻ تہ ڪي الله والا هدي ۾ هيس. ڪنهن گهر ۾ ويٺل وياءُ ڏٺائين تہ ننڊ سندس ڦٽندي. ڏونڪ لائي ڇڏيندي، تہ بابا نياڻي اٿاريو. ڏيءُ ڏڻ آهي. وڏي وڻ ٿي آهي. اجان دير ڪندا تہ پوءِ ڪيس ڪاسائي بہ نہ وٺندو. مائٽن لاءِ باھ ٻاري ڏيندي جيسن نياڻي وجي ڪنهن شينهن ڪلهي چڙهي. ڪنهن جو ٻار اجان ٽن چئن سالن جو مس ٿيندو تہ بي بي امان ڪاڪي نورل حجم کي پاٽ ۽ پاڪيءَ سوڌو وٺي اچي ڏماچو ڪري وجهندي تہ ٻار کي طهرايو. شل نہ ڪو بيمار ٿئي پوءِ بي بي امان جا وار ڦيرا شروع ٿيندا. ڪڏهن پاڻي پڙهي پيئي ڪيس پياريندي. ڪڏهن صلوات جا شوڪارا ڪيس پڇڪارين جيان پئي منهن ۾ هڻندي. بي بي امان کان سواءِ نہ ڪا ڪنوار لائون لهي، نہ ڪو ڳاڙهو گهوٽ ٿئي ۽ نہ وري ڪنهن جو مڙه مقام وجي. سڀ جي همدرد ۽ هڏڏوکي.

بي بي امان بلا جي سياڻي هئي. ڪنهن عورت کي ڇيڪو ميٽ يا ڪتاڻ گهٽي ڪائيندي ڏٺائين تہ سمجهي ويندي تہ هاڻ مائي پيرين پري آهي. وري ڳورهاريءَ جي وک ڪٽڻ کان سڃاڻي ويندي تہ پٽ ڄڻيندي يا ڌيءَ. اڪثر سندس ڏُڪو صحيح ثابت ٿيندو هيو. ٻارڙن جي بيمارين جو تہ وٽس هڪ ٽڪ علاج هوندو هيو. وڏف، ڪارا مرچ، ڦودني جون ٽڪيون، پنير ٽڦلا ۽ چمڪٽي وٽس هردم موجود هوندا هوا. فقط ڳالهہ ڪرڻ جي دير هوندي هئي. ڪجهہ بيمارين جا وٽس هدا پڻ هوندا هئا. خاص طرح ڳيرڙن ۽ گبهي جو پچڻ ۽ ڪليون ڪٽڻ وغيره. صبح سوبل ۽ شام تائين ڪيئن ماٺهو سندس گهر جي ڏيوڍيءَ اڳيان اچي جمع ٿيندا هوا. پوءِ چادري لاهي اوڪڙو ويهي پنهنجا ڇانگا هٿ (سندس هر هٿ ۾ ڇهہ آنگريون هيون) بيمار جي نڙيءَ تي ڦيرائي ڪائونس تي پيرا پچندي تہ "ڳيرڙا پنجاءِ" ها دادا بي بي پنج. ساڳي ڪار ڪندي هئي ڪلين سان. اشهد آنگر کي رک ۽ لوڻ سان پري ڪاڪڙي تي زور ڏيندي . سندس جهاڙ ڦيٽو ۽ شوڪارا. سڀ في سبيل الله. اٿلندو ڦودنو لوڻ ۽ رک سندس. الله پاڪ کيس عجيب دل ڏني هئي. ماٺهن جا ٻچڙا ٻار تہ ڇڏ پر سندس گهر ۾ جهرڪين لاءِ پاڻي جا پاٽڙا ٽنگيل ۽ ڪوني يا اڱڻ ۾ ڪبوترن لاءِ جوئر يا ٻاجهري جام هاريل هوندي. مون هندن جو هزارين ماتائون ٻڌيون پر صحيح معنيٰ ۾ "ماتا" مون بي بي امان کي ڏٺو جا هر مريض لاءِ دوا ۽ شفا ۽ هر دل لاءِ دعا هئي. جي آءُ هندو هجان تہ مون کي يقين آهي تہ ٽڪاڻي وجي "ڪالي ماتا" اڳيان مٿو ٽيڪڻ بجاءِ بي بي امان جي گهر وجي "گوري ماتا" جي پوجا ڪريان ها.

هڪ دفعي بي بي امان جي ننڍي پٽ گل خان جي هشڪر تي مون پاڙي جي معزز پر اڌ مغزي پناڻ، آچر خان کي تماڪ ۾ ڳاڙها مرچ ملائي حقو ناهي ڏنو جنهن وزم هڻڻ تي ڪنگهندي نہ فقط سندس

# مامو حاجي ٻڪرار

مامو حاجي منهنجو سڳو مامو ٿوروئي هيو. توڙي جو مونکي پنهنجي ڀڻ مامن، شمن ۽ شاهن کان به وڌيڪ پيارو هيو. نه وري ڪو ان ڪري ”حاجي“ هيو جو ڪو حج ڪيو هوائين. حاجي ته سندس نالو هيو. اسان جي ويجهي ۾ ويجهو پاريسڙي هيو. سندس گهر ۽ اسان جي اڱڻ واري ديوار ساڳي هئي. البت سندس ڏڻ واري واڙ اسان جي گهرن جي پٺ ۾ هئي. واڙ جي چوڌاري ڍينگهرن جو مڙس تار پيهر ڏنل هو. پيهر جي اوله واري ڪنڊ ۾ هڪ ڏگهو پنجر اپو ڪتل هيو. پنجر جي چوٽيءَ تي هڪ ابتي ڪينگري لڙڪيل هئي. لوٽي مٿان اڇو رنگ چڙهيل هيو. اهو بندوبست بگهڙن کي ڊيڄارڻ لاءِ ستيل هيو جو دستور قديمي زماني کان هلندو ٿو اچي.

ڏڻ ۾ سوا سؤ کن ٻڪريون هيون جن ۾ ويهارو کن مامي حاجيءَ جون پنهنجون هيون . جن لاءِ چيو ٿو وڃي ته هڪ ٻڪري کان وڌي ويهه ٿيون هيون. باقي ٻڪريون پاڙي ۽ شهر وارن جون هيون. جهنگ چري اچڻ کان پوءِ سانجهي ٽاڻي پنهنجن گهرن ڏانهن ڏيڄڻ ويندڍيون هيون. صبح سويل اسڪولي ٻار جيان واپس ڏڻ ۾ اچي شامل ٿينديون هيون. ڪتابن جي ٿيلهن بجاءِ سندن ٿڻن تي ڳوٿريون چڙهيل هونديون. شايد هن لاءِ ته جئن سندن ڇيلڙا سڄو ڪير جڳڙي نه وڃن. جڻ قدرت ٻڪرين کي ڪير سندن مالڪن جي ڏهڻ ۽ ڳڙڪائڻ لاءِ ڏنو هيو ۽ نه پنهنجن ڦرن جي واپرائڻ لاءِ!

مامو حاجي جهور ڪراڙو هوندي به بدن ۾ پريل ۽ ڪڙو تڙو هيو. باقي پريا ڪريا آهن. مٿو ميڄوءَ ۽ ڏاڙهيءَ گڏ سندس اکين جون پروون ۽ پنبڻيون به سفيد ٿي چڪيون هيون. سيني ڏندن جي ڀڄي پري وڃڻ جي ڪري سندس ڏاڙهن بنان مهارون، ڪلڻ مهل، هڪ ڪير پياڪ ٻار جي منهن واري ڏيک ڏينديون هيون. البت مامي ڏياٽيءَ سان وقت ڏاڍا هاجان هنيا هوا. عمر جي بوجهه سندس ڪمر ڪبي ۽ چبي ڪري ڇڏي هئي. سندس موڪري منهن تي ايترا ته اڪيچار ور وڪڙ ۽ گهنج پيل هوا جڻ ته عمر جي هر سال ور ور ڪري سندس صورتخطيءَ تي هَرَ هلايا هئا. مٿو مينديءَ رتو جهڙو تاهريءَ جو پاٽڙو منهن تي مڇن جي گهاتي سانول، جنهن مٿان لڙڪندڙ سوني نٿ ڪجهه عجيب لڳندي هئي. سندس شاديءَ کي اڌ صديءَ کن جيترو عرصو گذري چڪو هو. اولاد نه هئڻ ڪري ڏهاڪو سال اڳ مامي حاجيءَ کي پنهنجي هٿن سان پرڻائي آئي هئي. مومل جا مامي حاجيءَ جي مٿي ۾ لڳي هئي، ان جي ڪل به ڪافي ڪجهه تڙيل ٿي ڏني. سڄي پاڙي ۾ مامي ملڪان ”ملڪيءَ چري“ جي نالي سان مشهور هئي. ٻوڙ جو لوڻ

چڪينديون اڏ ڪان گهڻيون ٻوٽيون ڳڙڪائي اڪثر اڏ ڪنو خالي ڪري ڇڏينديون هيون. شڪل صورت ٻ خاص نه هيس. ماڻهن جهڙو ماڻهو هئي. سندس ڳڻن، پيرون ۽ ڪاڏيءَ تي ڏينيوڙيون ڏنل هيس. ڪاڏيءَ واري اڪيلي ڏينيوڙي ائين لڳندي هئي جڻ ”ب“ هيٺان هڪ ٽپڪو ڏنل هيو.

مامي حاجيءَ ۽ مامي ڏياڻيءَ جي پاڻ ۾ ڏاڍي ڳوڙهي پريت هئي. لانڍيءَ جي مهاڙيءَ ۾ ويٺي مونکي هڪ ڳيرن جو جوڙو ڏسڻ ۾ ايندو هيو. ٻئي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون روح رهاڻ ڪندي ائين وسهندو هيس جڻ ته ”گهگهو گهو“ ٽا وينا ٻولين. ڪڏهن ڪڏهن مونکي ٻه سڏي وچ ۾ وهاريندا هئا. ٻنهي جي گفتگو هڪ طرفي هئي يعني مامي ڏياڻي ڳالهائيندي هئي ۽ مامو حاجي يا ته ڪنڌ ڏوڻيندو هيو يا هان هون ڪندو رهندو هيو. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ڳالهه ٻولهه گلا ۽ غيبت کان خالي هوندي هئي. ماما توکي مامي ڏياڻي ڪيئن ملي؟ ”پاڻيجا درياه ۾ ڪنڌي وجهي شڪار جي تاڙ ۾ ويهي رهيس. پوءِ ڏياڻي ڦاسي پيئي. پيار جي ڏوريءَ سان ڌوهي پاڻي کان ٻاهر ڪڍي آڻي گهر ويهاريومانس. هاڻ ويٺي ٿي ڪم ڪٽي ته مون سان چو ڦاٽي.“ ”خير گهر. مان چو ڪرم ڪٽيان؟“ پوءِ ماما جو مهاڏو شروع ٿيندو. مون سان مامي ڏياڻي جو بي پناه پيار هوندو هيو. مون کي پنهنجي اٿاه سيني سان لائي تڏو ساه ڪڻي ڪنهن ٽپي ۾ پئجي ويندي هئي. توڙي جو آءُ اٺ ڏهه سال جو ڏگهه ٿي چڪو هيس. مون کي ٻه مامي ڏاڍي وڻندي هئي. گهر ۾ جا شئي ايندي هئي ته منهنجي لاءِ حصو ضرور ٺاري رکندي هئي. پوءِ ڪڏهن ڪڙ، ڪڏهن ڪارڪون ۽ ڪڏهن ڪنڍ پڳڙا. ائين سمجهندو هيس ته ماميءَ کي الله پاڪ منهنجي لاءِ گهڙي ٺاهي تيار ڪيو هيو. منهنجو قصور فقط ايترو هيو جو آءُ مارڪيٽ ۾ دير سان پهتو هيس. تيستائين مامو حاجي جهپڙ ڏيئي ماميءَ کي اڳواٽ پنهنجي چنبن ۾ ڪنيي ڪڻي ويو.

مامو حاجي ڪو ڪورو چٽ ڪونه هيو. چڱو چوکو پڙهيل ڳڙهيل هيو. پرئي مڙس منشي الهداد جي چوڻ مطابق، عربي فارسي پڙهڻ لاءِ ڪيس مدرسي ۾ ويهاريو ويو هو. پر ”گلستان يا زليخا“ جي پڙهڻ کان پوءِ سندس ذهن جو ڦڙڪو ڦري ويو. پڙهن ڇڏي جهنگ منهن ڪيائين. ڪيترا سال پنهنجي پاڻيءَ ۾ نه رهيو. جڏهن ڪجهه هوش ۾ آيو ۽ مانو ٿيو ته پوءِ پنهنجي گهر ڏانهن وريو. مائٽن وٽ وٺان ڪري ڪيس شاديءَ ۾ چوڪنيو جڪڙي ڇڏيو. اسان وٽ نوجوان جي هر بيماري جو علاج شادي سمجهيو ويندو آهي. حاجيءَ جي حق ۾ ته اهو ڏس صحيح ٻه ثابت ٿيو. شادي کان پوءِ سندس عقل ٺڪاڻي ٻه آيو. پنهنجي رضا خوشي سان پاڻهرتو ڪار ڪرت ڪرڻ لاءِ ارادو ظاهر ڪيائين. پر ضد هن ڳالهه تي ڪيائين ته ”ڪورڪو ڪم ڪندو يا وري ٻڪريون چاريندو.“ باقي سڀ ڪم ڪوتو. هاڻ ٻروچ ماڻهو ڪوري ڪيئن ٿئي؟ باقي ٻڪريون چارڻ ته اسان جي اباڻي اڍ هئي.

هڪ ڏينهن ڪائونس پڇي ويئس. ماما ٻڌو اٿم ته تون پڙهيل آهين پوءِ ٻڪريون ڇو ٿو چارين؟ ياڻيجا پڙهڻ ۾ دڳ مليو ته ”ٻڪريون چار.“ پوءِ ڪم لٿو ڏڪڻ وسريو. پڙهڻ ڇڏي اچي چارڻ ٽيس. ماما چون ٿا ته تون چريو هئين؟ هائو ابا تون به جڏهن علم پڙهي ٻڪريون چاريندي ته تو کي به ماڻهو چريا چوندا. جي چريو نه به ٿئين ته به ماڻهوضرور ”لوي لوي ڪندءِ.“ اصلي چريا ڪير آهن؟ اها خبر تڏهن پوندي جڏهن ڏڻ ڪاهي جهنگ وڃڻ شروع ڪندين. 1972ع ۾ جڏهن ازغيبي نوڪريءَ کان لوڏجي نڪتس ته گذران لاءِ ٻڪريون چارڻ جو پڪو ارادو ڪيم. ان غرض سان حيدرآباد اچي گدوءَ ۾ درياه ڪناري واڙ لاءِ جڳهه به تاڙيم. منهنجي گهر ڀاتين ۾ بغاوت ڦهلجي ويئي. مونکي چتاءُ ڏنو ويو ته سموري عمر تنهنجيون اراڏايون سنيون ويون آهن. هر شئي جي حد ٿيندي آهي. مون گهڻو ئي سمجهايو ته ٻڪريون چارڻ دنيا جو بهترين ڌنڌو هيو. ننڍي لاڪر مون مامي حاجيءَ کان اهڙي تربيت پڻ حاصل ڪئي هئي. ٻارن ته ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. پر گهر واريءَ کي پريشاني ورايو. ڪيس پڪ ٿي ته اوچتو نوڪري وڃڻ ڪري منهنجو اسڪرو ڍلو ٿي ويل هيو. ٻه ٽي پيرا سهڻي صلاح پڻ ڏنائين ته ڇو نه ڊاڪٽر قاضيءَ کي پاڻ ڏيکاريان. قاضي صاحب گدو جو ڊاڪٽر هيو. ڏنم ته هاڻ وڏيڪ ضد ڪندس ته ضرور مون کي چرين جي اسپتال ۾ داخل ڪندا جا ڪا اچرج جهڙي ڳالهه هئي. چاڪاڻ ته سنڌ ۾ اسان جيان درجن ٻيا به اهڙا خاندان وسندڙ آهن جن جي چريو ٿيڻ تي ڪنهن کي عجب نه ٿيندو آهي. جيئن پاٽ جا قاضي، سکر جا منشي، مٽيارين جا انصاري ۽ ٺٽي جا عقيلي وغيره.

جڏهن به مامي حاجيءَ سان گڏ ٻڪريون ڪاهي جنگ وڃڻ جو موقعو نصيب ٿيندو هيو ته مون لاءِ ڄڻ عيد ٿيندي هئي. بابي مرحوم جي ميرپور بدلي ٿيڻ ڪري جڏهن سواءِ منهنجي سڀ گهر جا ڀاتي ساڻس گڏ اسهيل هوا، ته مون لاءِ اهڙيون عيدون هڪ و ٻئي ڏينهن ٿينديون رهيون. صبح سويري مامو آءُ ۽ مانگر ٽيئي ساٿي سنيري پنهنجي چوپائي فوج ساڻ الله توهار ڪندا هئاسون. ”ٻار پيو پير“ پهچي ٻڪريون پنهنجي نيرن ڪرڻ ۾ محو ٿي وينديون هيون ۽ اسين مامي ڏياٽيءَ جا ڏنل ستون ٺاهي پنهڻجي پيٽ پوڄا شروع ڪندا هئاسون. پاڻ کان وڌيڪ خوش ته مانگر کي ڏسندو هيس جو مامي جو ٽاڪرو ڪتو هيو. حق تي چوندا آهن ته ٻار ۽ ڪتو لڏ ۾ خوش. جڏهن مامو حاجي نڙ تي پنهنجي پاري ڦوڪ ڏيندو هيو ۽ آءُ ڪاڏي کي هٿ سان جهلي ٻاڳهي هڻڻ ”بگلايب“ شروع ڪندو هيس ته مانگر پنهنجو لنڊو بوجرو پڇ وچٽيءَ جيان ائين لهرائيندو هيو ڄڻ سموري سنگيت جو بئنڊ ماسٽر ئي پاڻ هيو. ڪڏهن ڪڏهن ڏاس جو ڦورو اٽندي مامو حاجي عجيب و غريب ڳالهيون ٻاراٽو چهرو هڪدم گنڀير ٿي ويندو هيو. معلوم ائين ٿيندو هيو ڄڻ ڪنهن غئبي طاقت سان گفتگو ڪري رهيو هو. ٿي

سگهي ٿو پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هجي. يا وري اڳوٽي چريائيءَ جو لڙهو ايندو هجيس. ”ماما ڪنهن سان ويٺو احوال اورين؟“ ”ياٽيجا ڳالهہ ئي نہ پُڇ. حياتي آهي چوپڙ راند. ڪيڏڻ واري جي تہ خبر آهي ئي ڪانہ. ماڻهو تہ آهي مهرو يا ڳوٽ. ڪو ويٺو ٿو نچائي. اسان خوامخواه پيا سيئجون. چري پوندي ۾ ئي خوش.“

مامي حاجيءَ جون اهي اڌ اکري ڳالهيون بروقت تہ مون کي بہ سمجهہ ۾ اصل ڪين آيون. پر سمنڊ جيان سمجهہ جون بہ لهرون ۽ ويريون پيون سدائين ايرن ۽ لهن. ڪڏهن تہ پاڻهرتو سڀ پراڻيون پروليون پاهي سوڏيون دل تي تريو اچن. ڪيئي سال پوءِ جڏهن گذريل مهاڀاري لڙائيءَ ۾ پرتي ٿي برما واري لڙائي جي ميدان ۾ پهتس. ڏٺم تہ عجيب ماجرا هئي. جن کي اسان دشمن سڏي توبون هڻي تباه ٿي ڪيو. انهن سان نہ اسان جي ڪا واقفيت هئي ۽ نہ ڪا شخصي يا خانداني دشمني. موربڳو اسان جا ڏٺل ئي ڪونہ هيا. ڪنهن سان ويڙه لاءِ اڳلي جو ڪو ڏوهہ گناه تہ هئڻ گهرجي. ڪو بہ قصور ڪونہ. چاڪاڻ تہ انگريز سرڪار اسان کي سٺ رپيا درماهو هڏي ڏئي بچ ٿي ڪئي، ان ڪري اسان هنن جي خون جا پياسي ۽ هنن وري اسان جي قتلام لاءِ ڪمر ٿي ٻڌي. معلوم ائين پئي ٿيو تہ جڻ ڪنهن چوپڙ ڪيڏندي ڳوٽون پئي ماريون. سموري انساني رتوڇاڻ بي معني بي مقصد ۽ بيسود هئي. پر اسان ، ماڻهو مارڻ تي لاڦون ۽ لباڙون ٿي هنيون! جنگ جا پنج ئي سال مون کان مامو حاجي نہ وسريو. ساڳيو حال هيو حياتيءَ جي جملي ڪارنامن جو. هڪ ڏينهن ويٺي ريچڪ پيم. حياتيءَ ۾ جي واقعا ٿي گذريا هئا سي سڀ ويهي وچور وار لکيم. پوءِ ويهي ليکو ڪيم تہ انهن وارداتن ۾ منهنجي دلي ارادن کي ڪيترو دخل هيو؟ سواءِ ڪنهن هڪ اڌ جي، باقي سڀ فيصلا يا تہ ڪنهن حادثہ جو نتيجو هئا يا ڪنهن غئبي طاقت طرفان ٿيل هئا! پاڻ تہ خالي پئي تماشو ٿي ڏٺم، منهنجو تہ نہ هيو سٺ نہ ڪپہ. آءُ تہ هيس اهو ٻانيڻ جو واٽ ويندي ڦاٿو هيو. حياتي تہ نہ هئي پر هڪ گورک ڌنڌو هيو!

جهنگ ۾ پير پائڻ سان مامو هي وصيعت ضرور ڪندو هيو تہ ”ياٽيجا جي مون کي ڍرڪندو ڏسين تہ مڙه کي ڪنهن کڏ کوٻي ۾ گهلي وجهي پوءِ لوڙه لتي ڇڏجانءِ. پوءِ وجي پنهنجي ماميءَ کي سڏ ڪجانءِ تہ مامو وڃي ماڳ پهتو. ماما پر جي مان بہ نہ هجان تہ پوءِ؟ پوءِ اهو ڪم آهي مانگر جو. ويٺو پاڻ ڳن ڏيندو ڏڻ بہ ڏياٽيءَ کي وڃي ثابت پهچائيندو. ماما پوءِ مامي ڏياٽي جو ڇا ٿيندو؟ ياٽيجا ڏياٽيءَ کي آهي تڏا ويڙه تائين اتي ترسٽو. ڏنو ڪونہ اٿيئي، سچو ڏينهن ويٺي پنهنجي پڳل پٽ کي ٽيڪان ڏئي.ماما، ڪهڙي پڳل پٽ؟ ابا پاڻ ڏياٽي. ڏنو ڪونہ اٿيئي سچي اڏاوت آٽيل اٿس تڏهن بہ سدائين مرمت ۾ مشغول.

پڙهيل ڳڙهيل هوندي تہ مامو پڙهڻ جي حق ۾ نہ هوندو هيو. چوندو هيو تہ پاڻيجا علم پرائڻ آهي مانيءَ ڪائڻ آچار. ايترو ڪاڏ جو هضم ڪري سگهين. پلا ”الله جو ڪلام؟“ اهو بہ ايترو پڙهہ جو هنڊائي سگهين. نہ تہ سپاٽي حساب ڏيڻو پوندءَ تہ خبر هوندي تو عمل ڇو نہ ڪيو؟ باقي پورهيو جيترو وٽيئي اوترو ڪر. پر پورهئي سان گڏ عاجزي ضرور ڪج.“ مامو مسلمانيءَ کي دين يا مذهب بجاءِ ”عاجزي“ يا مسڪيني سڏيندو هيو. بنان عاجزيءَ پورهيو هيو جيئن گڏهہ لاءِ بار ڍوئڻ. ”مالڪ کي بنده جي خالي عاجزي پسند هئي ڇو تہ مالڪ وٽ سڀ ڪجهہ هيو پر عاجزي نہ هئي. جي تنهنجي تر جيتري مسڪيني بہ اگهي ويئي تہ پوءِ پئون ٻارهن.“ ماما پلا شيطان کان تارو ڪيئن ڪجي؟ ”پاڻيجا، تون ڪهڙي خفي ۾ پيو آهين؟ شيطان غريب تہ آهي الله جو دربان. جيئن اسان جو ”مانگر“ جو ڪنهن اوپري کي واڙ ويجهوئي نہ ڇڏي. ابا الله آهي ڏاڍو مڙس. ڪنهن جي مجال جو سندس حڪم اورانگهي. پر سمجهہ کٽي تہ اڄ ڪلهہ پاڻ ۾ نهيل آهن. پر پاڻ ۾ پرچندا تہ تو ۽ مون کان پڇندا ڇا؟ اسان ڇو وينا پنهنجي پرچهہ وڃايون؟“

چوٿون سنڌي پاس ڪري، ڳڙهي ڇڏي، وڃي ميرپور ماٿيلہ وسايم جتي سڀ گهر ڀاتي اڳيئي سهڙيل هئا. مهيني ٻن کان پوءِ مامو حاجي گذاري ويو. سندس لاڏاڻو ڪوئيٽہ واري زلزلہ کان سال کن پوءِ ٿي گذريو. ٻڌم تہ ننڊ ۾ ننڊ اچي ويس. مامي ڏياڻي بہ سگهوئي پوءِ وڃي پنهنجي ڏٽي سان پرتي. چوندا آهن تہ ”ڏڻ تہ ڏٽي نہ تہ وڪڻ ڪٽي.“ ٻڪريون وڃي ڪنهن ٻئي ٻڪرار حوالہ ٿيون. باقي رهي ”ملڪي چري“ ان سان ويهارو کن سال هن جڳ ۾ جتاءُ ڪيو. پرائي گهرن جا پورهيا ڪندي آخر اها بہ ٽڪجي پيئي. ان کي بہ اونت تہ سمجهہ آئي ۽ وڃي ساٽيهہ ۾ سکي ٿي. اڄ اسان جي پاڙي ۾ نہ مامو حاجي نہ سندس ڏڻ ۽ ڏياڻي. نہ وري ڪي آهن سندس گهر يا واڙ جا نشان. ڇڻ تہ هڪ ڪهاڻي هئي جا ختم ٿي ويئي. البت مون سان مامو ياري برابر نباهيندو ٿو اچي. بهشت جون ٻڪريون اڪيليون ڇڏي ڪڏهن ڪڏهن پيو ليئو پائي. ڪيس نہ غم نہ ڳڻتي ۽ نہ ڏڻ جو اونو. جنت ۾ ڪي بگهڙ ٿوروئي آهن!

# خسرو خان چرڪس

ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي ننڍن خواه وڏن شهرن جي عام رستن، چونڪ يا ڳلي ڪوچن ۾ عام ماڻهن ۽ مسافرن کان علاوه، چوپائي مال ۽ بارگير جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ ناهوڪو انتظام ٿيل هوندو هيو. مون ڪي ڪو اهڙو ڪوهه يا کوهي نہ سُجهي، جنهن تي جانورن لاءِ ڪي هوديون يا حوض ٺهيل هجن. جانورن جي ٺهل ٽڪور ۽ مفت دوا درمل لاءِ خيراتي ادارا ۽ گئوشالائن علاوه ٻيون ڪيتريون ئي پراپڪاري تنظيمون ۽ سوسائيٽيون وجود ۾ هيون. خود ڪراچي شهر جي ميئر جمشيد مهتا لاءِ مشهور آهي تہ رستي ويندي جي سندس نگاه ڪنهن ننڍڙڪي، ڇُني واري گهوڙي يا گڏه تي پئجي ويندي هئي تہ ان وقت تائين آرام نہ ايندو هيس جيسن زخمي جانور جي جوڳي علاج لاءِ بندوبست نہ ڪري.

انهيءَ دور جا اسان جا ديسي دوست پنهنجي پيٽ پوڄا گڏ الله جي بي زبان ۽ گونگي مخلوق جي جياپي جو پڻ گهڻو خيال رکندا هئا. هي سندن روزمره جي زندگيءَ جو ڪجهہ نيم هيو. جيئن ڪوٺن جي بادگير تي چڙهي ڪانون کي پاروٺي روٽيءَ جا ڀُڳا کارائڻ، ڪبوترن، ڳيرن ۽ جهرڪين لاءِ ٻاجهري، جوئر ۽ پاڻي جا پاتڙا پري وٽن ۾ ٽنگڻ. درياه يا واهه ڪناري جي مڇين ۽ ڪڇن لاءِ ڳوهيل اٽي جون ڳوٽيون اڇلڻ. ماڪوڙين ۽ ڪولين جي ٻرن لڳ مناٽي ۽ مستي جون پڙيون رکڻ وغيره.

ليڪن اهڙي انساني سخا ۽ خدا ترسيءَ جا ڪم ڪندڙ اڪثر تر هندو، پارسي، ٻوڌي يا جين ڌرم جا پوئلڳ هوندا هوا. باقي اسان جي مسلمانن تي ان ڏس ۾شايد ڪا بہ اخلاقي، انساني يا ديني ذميواري عائد نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اسين خدا جي خاص معشوق قوم آهيون ۽ اسان کي ٻڌو ليسن مليل هيو تہ اسين نہ فقط پنهنجي رزق جي وسيلن گهوڙن، گڏهن ۽ ڏاندن تي لاٽي چارج ڪريون پر تترن، ٻٽيرن، ڪڪڙن ۽ ڪتن جون ويڙهيون ڪرايون يا گليل، گز ڪمان، ڄار ۽ ڪوڙڪين ذريعي پکي ۽ جانور ڦاسايون ۽ ڦٽڪايون. بلڪ پنهنجي وندر ۽ شوق شڪار لاءِ ٻڙڇين ۽ بندوقن سان گگدامن جو قتل عام بہ ڪريون.

اسان جي واغظ ڪندڙ مذهبي نيڪدارن عام ماڻهن کي قبر جي عذابن، قيامت جي سختين ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان تہ سندن سمورو خون خشڪ ڪري ڇڏيو آهي. پر ڪين هي ٻڌائڻ هميشہ وسري پئي ويو آهي تہ الله جي رحمت ۽ بخشش جو سمورو دارومدار انسان جي پنهنجي اعمال ۽ هلت چلت تي آهي. تہ هو پاڻ ۾ين ساهه وارن تي ڪيترو رحم ڪري ٿو يا ٻين جون خطائون درگذر ڪري ٿو يا ٻي

زندگيءَ جو احترام ڪيترو ٿو رکي. جو انسان پنهنجي حياتي ۾ ڪنهن کي بہ ٽڪو نہ ٿو بخشي ۽ الله کان پنهنجي تمام زندگيءَ جي گناهن لاءِ بخشش جي اميد ٿو رکي، ظاهر آهي تہ سندس بخشش ڇا ٿيندي؟

اسين مسلمان اڪثر هن عظيم غلط فهمي جو شڪار آهيون تہ جانورن ۽ ساهہ وارن تي ترس کائڻ ۽ ڪين نہ ڏکوئڻ ۾ ڏرم ۽ جين ڌرم جا ڌرمي اصول آهن. حالانڪ ازروءِ اسلام، جيتري قدر جانورن تي ڪهل کائڻ ۽ ساڻن رحمدليءَ جو سلوڪ ڪرڻ لاءِ هدايت ڪيل آهي اوترو شايد ئي ڪنهن مذهب ۾ هجي. جانور تہ درڪنار پر فتح مڪہ وقت رحمت العالمين جن اعلان ڪيو تہ "مڪہ معظمہ رحمان الرحيم جي رحمت جو مرڪز آهي. هن هنڌ پکين ۽ جانورن جو شڪار ڪرڻ، وڻن کي وڍڻ ۽ ساوڪ کي ڪپڻ حرام ۽ گناهہ آهي." جڏهن حضرت عباس حضور جن جو ڌيان هڪ گاهہ "انضر" ڏانهن ڇڪايو جو مڪہ ۾ ٻاهہ ٻارڻ لاءِ ڪتب ايندو هيو. تہ فرمايائون تہ "خشڪ ۽ سڪل ٻوٽي کي فقط هٿ سان اکيڙيو وڃي." ان مان ظاهر آهي تہ جو مذهب سبز وڻ ۽ سائي گاهہ لاءِ ايترو احترام رکي ٿو اهو ساهہ وارن جي خون خرابي ۽ رتوڇاڻ کي ڪيئن روا رکندو؟ دوران حج ۾ تہ حاجين کي مٿي کنهڻ لاءِ بہ منع ٿيل آهي تہ مبادا ڪا جونءِ يا ليک جي هتيا ٿئي.

بي زبان ۽ گگدام جانورن جي پرگهور لهڻ، سندن پرادخت ڪرڻ ۽ ساڻن رحمدلي واري ورتاءُ ڪرڻ سبب لکين ماڻهن تي قدرت جون بيشمار نوازشون عطا ٿيون آهن اهڙن مثالن سان انساني تاريخ ڀرپور آهي. احسان جو بدلو احسان ضرور آهي. پر جڏهن احسان جو بدلو قدرت طرفان ادا ڪيو وڃي تہ پوءِ انعام ۽ اڪرام جو ڪو حساب ئي ڪونہ ٿو رهي. سبڪتگين کي فقط هرڻيءَ جي وڇڙيل ٻچڙيءَ جي واپسي تي پنهنجي ملڪ جو تخت عطا ڪيو ويو. بني اسرائيل جي هڪ فحاش عورت کي فقط هن سبب بخش الاهي نصيب ٿي جو هن هڪ پياسي ڪتي کي کوهہ کان پاڻي ڇڪي سندس اڃ اجهائي هئي. هن سلسلي ۾ سنڌ جي تواريخ جو هڪ واقعو قابل ذڪر آهي، جو نهايت عبرتناڪ آهي.

1967ع ڌاري مغربي پاڪستان جي ڊائريڪٽر "پريس ۽ پبليڪشن" جي حيثيث ۾ لاهور مقيم ٿيس. هڪ ڏينهن گورنر صاحب طرفان سرڪاري سڏ ٿيو تہ سنڌ جي تواريخ ۾ خسرو خان چرڪس متعلق جو حال احوال موجود آهي سو هٿ ڪري لاٽ صاحب جي خدمت حاضر ٿيان. واڳڙو ٿي ويس تہ آخر ماجرا ڇا آهي. پڇا ڳاڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ آمريڪا جي هڪ پبلشنگ ڪمپنيءَ طرفان گورنر صاحب کي هڪ خط موصول ٿيل هو جنهن ۾ سنڌ جي اڳوڻي گورنر خسرو خان متعلق هڪ واقعي جي تصديق لاءِ عرضداشت ڪيل هئي. جو هڪ ڪتاب "يقين ڪريو يا نہ" ۾( ڪ ع ظ ق ع ڪ

س ذ ل ذ س ڻ ذ ) ۾ درج ٿيل هيو. ان ڪتاب ۾ دنيا جا عجيب و غريب واقعا ذڪر ڪيل هوا ۽ سنڌ متعلق جو واقعو بيان ڪيل هو اهو هن طرح آهي-

”هڪ دفعي سنڌ جو گورنر خسرو خان چرڪس عيد جو چنڊ ڏسڻ لاءِ شام ٽاڻي پنهنجي ڪوٺي جي ڏاڪڻ چڙهي رهيو هو ته پاريسڙي گهر ڏانهن سندس نظر پئجي ويئي جتي هڪ عورت غسل ڪري رهي هئي. هڪ غير محرم عورت جي اوگهڙ ڏسڻ، خسرو خان جهڙي متقي ۽ پرهيزگار انسان لاءِ، جو محض هن مقصد لاءِ سدائين ڪنڌ هيٺ ڪري گهمندو هيو ته ڪنهن عورت جي شڪل تي اک نه پوي، هڪ عجيب مسئلو هو. هڪدم هيٺ اچي پنهنجي اکين ۾ آڱريون وجهي پاڻ کي انڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. آخر گهر ڀاتين جي دانهن ڪوڪ ڪرڻ تي پاڻ تي ضبط ڪري علماءِ دين کي گهرائي ڪانئن شرعي فتويٰ وٺڻ جي لاءِ فيصلو ڪيائين. علمائن ڪائونس سوال پڇيا، هڪ هي ته هن ڄاڻي ٻجهي پاڙي واري گهر ڏانهن نظر ڪئي هئي يا نه؟ ٻيو هي ته نظر يا ڏسڻ جي مدت ڪيتري هئي؟ خسرو خان وراڻيو ته کيس اها به خبر ڪانه هئي ته سندس گهر لڳ ٻيو ڪو گهر به هيو يا نه. ۽ سندس نظر فقط اک ڇنڀ جي عرصي تائين محدود رهي هئي. هڪ سيڪنڊ واري اک جي گناه عيوض علمائن پنهنجو هي شرعي فيصلو صادر ڪيو ته خسرو خان تي سؤ سٺ نيڪي جا ڪم سرانجام ڏئي. ان بعد خسرو خان 360 عوامي ڀلائي ۽ بهبودگيءَ جا ڪم ڪيا جهڙوڪ کوه کوٽائڻ، رستا، پليون، مسافر خانه ۽ مسجدون ٺهرائڻ وغيره. جن ۾ گهٽيون عمارتون اڄ ڏينهن سوڌو قائم آهن جيئن ٺٽي واري دبگيري مسجد.

هن واقعي بيان ڪرڻ جو مضمون جي اصلي موضوع سان ڪو واسطو نه آهي. حالانڪ هڪ سنڌ جي حاڪم هئڻ جي حيثيت ۾ خسرو خان جو ڪردار اسان سنڌين لاءِ باعث جو فخر آهي. خاص طور تڏهن جڏهن اسين سنڌ جي حاڪمن جي اڪثريت سدائين اهڙن سائين جي سنوارين جي ڏسون ٿا جن جا افعال اعمال ڏسي ٻڌي ۽ پڙهي شرم کان گردن جُهڪي ٿي. جيئن ته راءِ جندرٿ، راءِ ڏاهر يا وري دلوراءِ وغيره.

خسرو خان چرڪس سان عجيب و غريب واقعو منسوب ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن جو ذڪر سنڌ جي تواريخ ۾ موجود آهي ۽ سنڌي تاريخ نويسن طرفان بيان ڪيو ويو آهي اهو هن طرح آهي:

”خسرو خان جي وصال ڪرڻ بعد ٺٽي جي هڪ بزرگ جنهن سندس زيارت ڪرڻ لاءِ وظيفو ڪيو هيو تنهن کي خواب ۾ خسرو خان جو ديدار ٿيو. خسرو خان کي نهايت نوراني شڪل شبيهه ۾ خوش خورم ڏسي برزگ ڪائونس سوال ڪيو ته اوهان تي قدرت جون بيشمار نوازشون ڪهڙي سبب عطا

ٿيون آهن؟ خسرو خان وراڻيو تہ ”مون جي بہ دنيا ۾ نيڪيءَ جا ڪم ڪيا انهن جو ڪو عيوضو مونکي ڪونہ مليو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهن ۾ نيڪنامي ٿيڻ ڪري منهنجي سيني ڇڳن ڪمن کي منسوخ ڪيو ويو. جنهن ڪارڻ مون تي قدرت مهربان ٿي آهي. اهو هڪ معمولي واقعو آهي جنهن جو يقين ڪرڻ جهڙوئي نہ آهي. هڪ ڏينهن مون خط لکندي ڏٺو. تہ هڪ مک منهنجي قلم جي مس چهڻ لاءِ اچي ڪلڪ جي نوڪ تي ويٺي، مون قلم لکڻ بجاءِ هٿ کي روڪيو. جيئن پيل مک پنهنجي اڃ اجهائي وڃي. مک جي اڏامي وڃڻ بعد آءُ خط لکڻ ۾ مصروف ٿي ويس. هڪ مردار مک سان اکيچنپ جي پلائي جي ڪرڻ عيوض مون تي قدرت نہ فقط گناهن جي بخشش ڪئي آهي پر بي حساب ۽ اڻ ڳڻيا احسان پڻ ڪيا آهن.“

ٿي سگهي ٿو سنڌي تاريخ نويسن جي خسرو خان سان انتهائي عقيدت هئڻ ڪري، سندن اهڙي بيان کي خوش فهمي سمجهيو وڃي. ليڪن جيسن منهنجي عقل ۽ سمجهہ جو تعلق آهي تہ آءُ ان واقعي کي سورنهن آنا سچي حقيقت سمجهان ٿو. هي ايمان اٿم تہ رحمان کي پنهنجي رحمت لاءِ فقط بهانو گهرجي. هي بي ڳالهہ آهي تہ اسين اهڙي خسيس بهاني ڏيڻ کان بہ گوٿنات ڪندا ٿا رهون.

# جي ايم سيد

اوهان ڪڏهن ڪنهن سنڌيءَ جي اندر ۾ ليئو پاتو آهي؟ جي نہ. تہ الله لڳ جهاتي پائي ڪجھ ڇتائي تہ ڏسو. پوءِ سانگي سان ٿي سهي. هڪ وار سنڌيءَ جي روح جو رني ڪوٽ تہ پسيو. اهڙي پر پانگ هنڌ تي ڏهڪائيندڙ ڏونگرن، ور وڪڙن پيچرن ۽ انڌيري غارن تي نگاه تہ ڏريو. ڇاٽو ٿا تہ پوءِ اهڙي سنسان ۽ ويران روح جي ڪيفيت ۽ ڪشش ڪهڙي هوندي؟ ظاهر آهي تہ نااميدي ۽ نراسائي واري. پوءِ اهڙن مايوس ۽ اداس اهڃاڻن هوندي، سنڌيءَ کي جياپي جي ڪهڙي خوشي هوندي؟ جي اندر جو روپ اهڙو اپاٽڪو آهي تہ ٻاهر جو ٻهروپ ڪهڙو ٿيندو؟ جڏهن هانديءَ ۾ ٿي ڪاريءَ وارا ڪک آهن تہ پاٽ ۾ ڇا پوندو؟ اهڙي اڻ هوند ڪارڻ تہ هر سنڌي پاڻ کي گهلي ٿي هليو. جيئن ٻيل گاڏيءَ کي ڏاندن ٿي ڇڪيو. هن هر ڪم ڪار کي ائين اڌ گابرو ۽ بي دليو ڇڪي تاڻي پورو ٿي ڪيائين. پائڻ تہ بيگر، وانگار يا قرض ۾ ٿي وهيو. جيئن ڏٻو ڏاند گهاٽي ۾.

صدين جي غلاميءَ واري ڳٽ سندس ڳچي جي ڳاتهڙين کي تڙڪائي وڌو هيو. ائين بہ نہ هيو تہ هو ڪو ڳڻن کا خالي هو. بلڪل نہ. منجهنس شرافت، مهمان نوازيءَ، حياءُ ۽ چڱ مڙسي جا سپ انگ موجود هوا. پر هو اوچي ڳاٽ هلڻ کان لاچار هيو. هن پلڪ پهر گوڏو ڪوڙي وهڻ لاءِ ڪامبو ٿي ٻڌو. هن جي سوچ سُبتي هئي يا ابتي، پر سڌي رخ ۾ هرگز نہ هئي. هو هر قانون جو جاني دشمن هيو. دل جو دل ۾ هن قانون کي پاڻ تي رڪاوٽ ٿي سمجهيو. هن واهڻ ۽ واند ۾ ان سبب رهڻ پسند ٿي ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ڳوٺن ۾ گورنمينٽ ڪانہ هئي يا گهٽ هئي. هن حڪومت جي هر قدم کي رستي روڪ ٿي ڀانيو. ان ڪري هن هر پيهر ٽپي پار ڪرڻ ٿي چاهيو. ان ڪارڻ هو سفارش ۽ چٽي ونڻ جو ڪوڏيو هيو. پراوا تہ نهيو پر هن پنهنجن کي بہ نہ سنو. ٿي سگهي ٿو تہ هو دين مذهب کي بہ انساني سياءُ تي بندش ڇاڻندو هجي. وڏي ڳالھ تہ هن گهٽو ٿي ڳالهايو. اهو بہ وڏي واڪي ۽ ٻوڪڙ ڪري. سندس سموري گفتگو شڪايت هئي. ڄڻ وٽس ڪو ٻيو پيغام ۽ نينهن نياپو هيوئي ڪونہ! الله اڪبر.

اهڙي هيٺي حال، روئندي رڙنديءَ سنڌيءَ کي صديون گذري ويون. ڪي انڌا اونڌا ويڄ وچ ۾ آيا ضرور. پر سندن ڦڪين فرق نہ ڪيو. آخر الله جي ذات کي رحم آيو. هڪ اهڙو انسان آيو. جنهن جهاتي پائي دل جي ڌڙڪڻ ڏسي کين ڏس ڏنائين. چيائين تہ اوهان جي گهر جي ماني ڀهريون پنهنجن پاتين لاءِ. باقي سپ قربان جڳ تان. اول سڪر سڻائي سنڌ ۾ ٿئي. پوءِ عالم پلي آباد ٿئي. سخاوت جيان.

قوميت گهر ڪان شروع ٿيڻ گهرجي. دوا ڪان پوءِ دعا گڏ آٽٽ پڻ ڏنائين. ”تہ ماندي نہ ٿي مارئي تنهنجو الله ٻيي آهي، سون ورهين جا ڏکڙا هڪ لحظي ۾ لاهي“ پٺائي گهوٽ جي دعا قبول پئي. سڪر سٽائي ٿيو ۽ صدين جو ساٺو مس مس سامت ۾ آيو. وري جڏهن سيد اک پوٽي تہ سنڌي انڌي ۽ جنڊ جيان اهوئي آڪيڙن وچ ۾. اڃا سوڏو اتي ئي آهن جتي سيد ڇڏيون. پر هاڻ سهارو برابر ساڻ آهي. جڏهن بہ ڪنهن ٻيڪڙ ۾ اچي ستا سور تا جاڳن تہ الوميان ڪري لطيف کي تا ڳايون ۽ ٻاڏايون، تہ ڪجهہ مڙوئي غم غلط ٿيو وڃي. وري نئين سنئين ٿي ”سسئي ۽ سور پيا پٽيون پاڻ ۾.“

پلاري پٺائي وئي، وري ورهين جا ورهيہ اهڙو وريام ڪونہ آيو جو اچي اسان اپاڳن جي اپل ٿئي. دلاسو دلداري ڏئي ۽ ڪا دستگيري ڪري. اسان بہ وسؤن ڪين گهٽايو. گهٽا ٻانڌا ٻڌاسون. پير فقير پيٺياسون، سڳا ڌاڳا ڪياسون، پر ڪو ٻانهن ٻيلي نہ ٿيو. لانڙيا گانڙيا گهٽيئي آيا. پر ڪنهن ٻوٿو نہ ٻاريو. مون تہ پنهنجي سانپر ۾ سپ سڏڙيا ڏنا. سواءِ هڪ جي. جنهن کي ساٿيہ جي ساڃهہ بہ هئي ۽ سڪ بہ سبيل هئي. آهي بہ سيد. جي ايم سيد. جنهن کي جڳ ڇوي جئيم سيد. ڏسجي ائين پيو تہ سنڌ ازل کان سيدن پناري پيل آهي. هندڪار ۾ بہ سنڌ برهمڻ ۽ ٻانيڻ حوالي هئي. جي ان زماني جا ”شاهہ“ هوا. اسان لاءِ تہ ڪيئن ڪاڏو ۽ ڪينئرو سيد بہ اکين تي. يار جو پار جو آهي. اڳين جهان جو توشو تہ هونئن بہ آهي سچي سيد سان ٻوليل. پر جي هتي بہ سيد ساٿي ٿئي تہ اسان کي ڪهڙو پئو پولو. جنهن جي ڇيچ سيد هٿ ۾ تنهن کي لهر نہ لوڏو- انشاءَالله.

سائين پنهنجي ساٿيہ سان اهي پرت جا پيچ وڌا جي سسئي جا ڪيچ سان هوا. سيد سنڌ جي سرزمين کي پنهنجي سجده گاهہ بڻايو. جڏهن ڪنهن اوپري يا اوڦتو ماڻهوءَ ان عبادتگاهہ ۾ پير ٿي پاتو تہ سندس اکين رت ٿي ڇڏيو. ظاهر آهي تہ ڪوبہ پوڄاري پنهنجي مندر ۾ ڪنهن غير جي قدم کي ڪيئن برداشت ڪندو. سائين تہ هن مڙهيءَ جو مهنت هيو. اهوئي سبب هيو جو اڄ ڪلهہ وارو لڏي پلاٽي آيل آدم تہ پنهنجي جاءِ، پر صديون اڳ جي ڏاريا سيد جو اڳڻ اورانگهي آيا هوا، تن کي بہ لتيرو ۽ ڦورو سڏي، دل جي خار ماري، پنهنجو اندر ٿي ٺاريائين. ان ڏس ۾ سن جو سائين ڪنهن بہ بني بشر کي بخشڻ يا سندن اڳين اڳراين کي درگذر ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نہ آهي.

سيد جي ملڪ ۽ ماڻهن سان جا محبت هئي اها ان کان دمڙي بہ گهٽ نہ آهي جا مارئيءَ کي ملير ۽ ماروئڙن سان هئي. جي وس پڄيس تہ جيڪر سنڌ جي مٽيءَ کي خاڪ شفا ۽ سنڌوءَ جي لڙاٽيل پاڻيءَ کي ”آب زم زم“ اچان بہ آب حيات جي درجي تي رسائي. اهڙي فيصلي کي عملي جامون پهرائڻ لاءِ ڪيس ڪنهن ملان قاضيءَ جي فتوا جي لوڙ ئي نہ آهي. هو سواءِ پنهنجي ضمير جي ڪنهن ٻئي کي ٻڌڻ

لاءِ تيار ٿي نہ آهي. هن ڳالهہ جي ساک سندس دشمن بہ ڏيندا تہ سندس اندر آئيني جيان اوجل ۽ شفاف آهي. هاڻ تہ سندس جيءُ جسم ۽ جان سنڌ سان ايتري حد تائين وحدت الوجود ٿي ويل آهي. جو اڄ جيڪر "جي, ايم سيد" کي "جيئيم سنڌ" وجي تہ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

ڪي چون ٿا تہ سيد اهو ڪجهہ نہ آهي جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مون کي تہ هڪ سنڌي سليمي ۽ مومن ماڻهو ٿو ڏسجي. پر شايد ڪنهن تيڏي کي ٽرنگو يا انڊلٽ جيان سٽرنگو ٿو پسڻ ۾ اچي. ڪهڙي خبر سندن اهو انومان صحيح هجي. انهن ستن انڌن جيان جي هاٿي ڏسڻ لاءِ هندستان ويل هوا. پوءِ ڪنهن پڇ کي هٿ لائي چيو تہ نوڙي آهي, تہ ڪنهن سونڊ کي ڇهي چيو تہ نانگ. جيترا منهن اوتريون ڳالهيون. سيد جو اصلي روپ ۽ رخ هڪ ئي آهي جا سنڌ جي صحيح تواريخ آهي. جنهن کي سنڌين ساه سان سوگهو پٽي سانديو آهي. ٻيو آهي سرخ رخ. جو سرڪاري دفتر داخل آهي. جو فدوين جي اونڌي سوچ جي نپور آهي. جنهن کي سرڪاري زبان ۾ چون هسٽري شيٽ. ٽيون رخ اٿس شطرنج وارو شہ رخ. جنهن کي پسي هئبت کان پاڙيسرين جو پگهر ٽمندو رهي ٿو. پر پاڻ جوئي آهي سوئي آهي. سيد پلجي بہ نہ ڪڏهن پاڻ کي پڏايو آهي ۽ نہ ڪڏهن پاڻ کي سير يا سوا سير سڏايو آهي.

پاڪستان کان اڳ واري سيد جي سياست تہ هئي ٻاراٽي کيڏ. جهڙي "هاسيل ڦوسيل" واري کينهونءَ راند. سمورو وقت ڏاه ڏاه پيئي پوندي هيس. بيلچو ۽ ٽيڪم سدائين ڪلهي تي تيار, جا وزرات ٺهي جڻ غزنوي سومنات ڏنو. راتو رات ڍاهي پٽ ڪندس جيئن سندس نالي ياٽي خٽبر واري ڪوٽ جو حشر ڪيو هو. اهو سندس زمانو هو اراڏائيءَ وارو. نہ ڏسندو هو پنهنجو يا پرايو. ڪرٽ ڪٽي ڪيڏ ڪاهي پوندو هيو. پنهنجي تہ ڪا وزرات ناهيائين ڪانہ. آخر تہ سيد هو. اهو بہ تخت ۽ تختہ وارو. ڪو اوڏ ٿوروئي هو جو وينو پڳل پٽيون سنواري!

انهن ڏينهن ۾ سائينءَ سياسي ليٽ ڪبوتر کيڏندي خاصيتون گولاٽيون ڏنيون, جي اڳتي هلي سنڌ کي مهانگيون پڻ هيون. سياست جي شروعات ڪانگريس سان ڪيائين. پوءِ هندو مسلمان سک عيسائي سڀ ڀائي ڀائي, ڪير نہ رهيو غير بابا. وري الاجي ڪهڙو ريڇڪ پيس. ٽڪاءُ ڏيئي مسلم ليگ ۾ آيو. پوءِ تہ سيد جو مذهبي تعصب ملن کان بہ ليڪو لنگهي ويو. هندو مسلم نفاق جو ٻج برابر مهاسيائن ڇٽيو. پر سلو سائو خير سان سائينءَ ڪيو. هي ٻي ڳالهہ آهي تہ هندن جي هنبوشيءَ تہ تڏهن چوٽ چڙهيل هئي. پوءِ سنڌ جي سنگهابندي لاءِ اسيمبلي ۾ آڇ ڪئي ويئي. جڏهن پاڪستان جي جڄ لائون لهڻ لاءِ ڪراچيءَ اچي پهتي. گهڙو پڳو منڌ مٽي ۽ وسيلا ويا. ڪراچي سنڌ کان ڇڳي. مرحوم

کهرو جيل ۾ واڙيو ويو. تڏهن سيد کي اچي لچ پچ تي ته مارا! هي ڇا ٿي ويو. پر پوءِ پڇتائڻ اجايو هيو. سندس هٿ جي وڍي هئي يا لکئي جون ڳالهيون؟ اها خبر الله کي.

سائينءَ کي الله پنهنجي گنج کان سڀ ڪجهه ڏنو. سچائي، ايمانداري ۽ درياه دلي. پر جڏهن عقل ۽ عشق تي ورهايو ويو ته شرط هيءُ هيو ته سائين کي جو وٽي سو کٽي. پر ڪو به هڪ وڪر. ڇا لاءِ ته ينيوران به ٿوڪ ڪنهن نه نيا پاڻ سين. سائين سنڌ جي سڪ کٽي ڇمي اکين تي رکي. عشق عقل جو جهيڙو ته ازل کان هلندو اچي. پوءِ عقل سائين جو دشمن ٿي بيٺو ۽ اڄ ڏينهن سوڌو ساڻس ساٺ نه ڏنائين. وري سائين سنيريو ته اجهو انقلاب ٿو آڻيان. اڙي سائين منهنجا- لولو ويچارو ڪئي هلندو حج تي. ڪانوَ ڪي مري ته نه ويا آهن. تو وٽ آهي فقط عشق. اهو به نپٽ انڌو، نه جيجل موڙي، نه رت ڏيڻ وارا مجنونءَ. پوءِ قصو ڪيئن هلندو؟ انقلاب ڪو وچڙندڙ بيماري ته نه هئي جو توکي ٿيڻ سان سيني کي وڪوڙي ويندي. جن دنيا ۾ انقلاب آندا آهن ۽ پاپڙ پيليا آهن تن جي تواريخ ته پڙهو. سائين هڏ گڏ ينجائي وجهندين. ڪو پاڻي پيارڻ وارو به ڪونه ملندو. هتي اوهان وٽ آهي ڇا؟ اوهان پاڻ، هڪ اڌ خليفو باقي ڇوڪرا! سائين ڪجهه صبر ڪر. هر گل جي ٽڙڻ لاءِ مند موسم ٿيندي آهي. انقلاب تڏهن تاڏيون ڪندو ايندو جڏهن ”برڻ باڪاس“ هاري ۽ ڪمي ڪاسبي بوتلن کان ٻاهر نڪرندا.

اسان جي وڏي ۾ وڏي وڏ هي آهي جو نه تواريخ ٿا پڙهون ۽ نه وري اوڙي پاڙي کان پرپرو ڏسون وائسون ٿا. ته ٻاهر ڇا پيو وهي واپري. اسين پاڇن پنيان ڦڙندا ٿا رهون. وري اسان وارا اڪابر اسان کان وڏيڪ اکين سڄا. ڪو ٿو چوي ته انڌي واري لٺ ڦيرايون ته پاٺهي مومل ملي ويندي. اهي آهن وات جا چسڪا. هڪ ته وينا آهيون چٽ پڌر تي. نه پچڻ جي پيٽي نه متو لڪائڻ لاءِ اجهو. گوريلا ٿي وٽن تي ويهي رهون؟ يا وري پنهنجو گهر ساڙي حقا ويهي ڇڪيون؟ ڪي وري انهيءَ تاڪ ۾ وينا آهن ته ڪٿان نه ڪٿان آرياٽي ايندو پوءِ اچي اسان کي سيج تي ويهاريندو. اها ڳڻ ته هر سدا سهاڳڻ کي هوندي آهي. ٻُچيءَ کي قبر تائين آسرو. ڪي وري گرهوڙي واري اڳڪٿيءَ جي انتظار ۾ وينا آهن. ته ”نيرا گهوڙا ڏبر اتر کان ايندا. تينهان پوءِ ٿيندا طبل تاجاٽين جا.“ فرض ڪريو ته ائين به ٿئي. ته ڪو نيري گهوڙي سوار ٿي اسان کي ٻيلهه وهارڻ جي لاءِ به کٽي اچي. پر ان لاءِ ڪهڙي گارنٽي آهي ته هو اسان جي ڳچيءَ کان هاٺوڪي پاڃاري ڪڍي ٻي ڪا سرڪڻ ڦاهي نه وجهندو؟

هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته اڄ جا ساٺيهه ۾ سڄاڳي آهي. جا ديس جي ماٺهن ۾ مامتا اپري آهي. ان جو سمورو سهرو سيد جي سر تي آهي. جڏهن سنڌ کي ون يونٽ جو ٿوڙهو وجهي، ڪيس ڇوڪنيو جڪڙي مورڳو سندس مڙهه تي روليو ويو. تڏهن پنهنجن پراون ”انا الله“ پڙهي اسان کي. عذر خواهي ڏني

هئي. پر سيد اڪيلو انسان هيو جنهن الله ۾ نہ لاٿي آس نہ اميد. قتيل شير جيان ”آدم بون ۽“ ڪندو رهيو. مر ويسون پر سنڌ نہ ڏيسون اڳ الاجي ڪنهن چيو هو. پر مون پهريون دفعو سائينءَ جي مک کان ٻڌو. آخر جڏهن اهو ڳٽ ڳچيءَ کان نڪتو تڏهن وڃي مس سيد سامت آيو.

سنڌ ۾ قوميت جو تصور آڻڻ پنهنجي سر هڪ تڪر تاڪٽو هيو جو اڪيلي سر سيد سِرَ ڪيو. چاڪاڻ تہ سنڌ ۾ هئا ئي سڀ قبيلا آباد. جي پيڙهين کان پاڻ ۾ هئا چانديہ مگسي. يا وري هيون ذاتيون. ڪي سيد ڪي پٺاڻ ڪي بروچ. سڀ رئيس. هاڻ قوميت جي ڪچڙي پچي تہ ڪيئن؟ پر ڪچي يا ڦڪي سيد اها پچائي ڏيکاري. اهو سيد جو وڏو معجزو آهي. پوءِ ڪير مڃي يا نہ مڃي. ڳالهہ حق جي ڪبي.

سيد سونهاري سنڌوءَ ڪناري، سن جي وَنَسَوَ ۾، 1904ع ڌاري جنم ورتو. سندس زندگيءَ جي بسم الله هڪ معتبر ۽ وڏ گهراڻي ۾ ٿي. ننڍپڻ توڙي جواني خاصي خوشحاليءَ ۾ گذريس. حسب نسب ۽ شڪل شبيہ تہ ڪيس آبائي ورثي ۾ حاصل ٿي. اهڙي سرمايہ کي علم ۽ اخلاق جي زيور سان پاڻ سينگاريائين. وري ڀاڳ بخت بہ ساڻس سدائين ساٿ ٿي ڏنو ان خوش بختيءَ سندس ڪجهہ عادتن کي ڦٽائي ڇڏيو. سيد جو ستارو اڪثر ان بلنديءَ تي قائم دائم رهيو. پر جيئن چوٽي آهي تہ ”ڀڳي سان ئي ڀير جيسين رتو راس ٿئي.“ تنهن سليقي ۽ سکيا کان ئي نراس رهجي ويو. جڏهن سانگي سان ڪنهن سياسي ڪيڏ جو نتيجو سندس مرضي جي ابتڙ ٿي نڪتو تہ سيد هوش بجاءِ جوش ۾ ٿي آيو. چاڪاڻ تہ سندس دل دماغ ۽ وجود ڪنهن بہ غلطي يا هار مڃڻ جا عادي هئا ئي ڪونہ. ان ڪري سيد پنهنجي اٽل اراده تي اڏول بيٺو رهيو. ان ڪري نہ تہ ڪو سيد سدائين ۽ هرويرو سچ تي رهيو. پر فقط هن لاءِ تہ ضد سائين جي سوچ ۽ سمجهہ ۾ سمائجي سندس فطرت ٿي چڪو هو.

جيئيم جي هوڏ سنڌ کي ڏاڍي ڏکي پئي جو هڪ لازمي امر هيو. چاڪاڻ تہ سنڌ ۽ سيد ٻئي الڳ وستو نہ پر ساڳي وٿ هوا. جيئن حضرت سليمان جي زماني ۾ ديون ۽ پرين جو ساهہ پکين ۾ سمايل هوندو هو. تيئن سنڌ جي قسمت بہ سيد جي نصيب ۾ شامل هئي. جڏهن بہ سيد کي لوڏو ٿي آيو تہ سڄي سنڌ ٿرٿلي ۾ ٿي آئي. جنهن دم کان وٺي سيد تي سور سختيون مڙهيون ويون تہ ويرم کان اڄ سوڌو سنڌ جو سَنڌ سَنڌ نسوري ناحق ۽ آزار ۾ پئي رهيو آهي. سيد کي باندي ۽ نظربند ٿئي ٻاويهہ سال گذريا آهن. اها ساڳي مدت اسلام جي تواريخ ۾ فقط هڪ امام قيد ۾ ڪاٽي. اهو هيو امام علي نقي. ڪيس امام عسڪري بہ چوندا هوا. ڇا لاءِ تہ ٻاويهہ سال ملٽري ۾ قيد ڪاٽيو هوائين.

سنڌ جي حاڪم همير سومره جڏهن ڏٺو تہ راڻو مهريءَ چڙهي، هر رات ڪاڪ تي پهتو مومل ماڻڻ. تہ ڏاچيءَ کي گوڏن ۾ ميخون هڻائي وڏائينس ڏڪ ۾. اسان تہ ٻڌو هيو عورتن لاءِ، تہ کين عقل ٿيندو آهي کڙين ۾. پر حاڪمن کي تہ شايد عقل کڙين بجاءِ چاڪڙين ۾ دپازٽ ٿيل هو. همير کي اها خبر ئي نہ هئي تہ ڏاچيءَ جا هاڻ توڏا بہ ساماڻا هوا. جي ڏاچيءَ ڏھ تي هنيا تہ توڏن تيرنهن! پوءِ ڏاجي کي ڏڪ ۾ وجهڻ ۾ فائدو؟ سائينءَ کو اڪيلو ٿوروئي هو. هاڻ تہ ملڪ ئي منصور هيو. پوءِ ڪهي ڪهندا ڪيترا؟ ان کان سواءِ سياسي مونجهاري کي جيل جي دڙڪن سان نبيرڻ هڪ نئين انوکي ڳالھ هئي جا افسوسناڪ ۽ شرمناڪ هئي. جنهن حقيقت سان عقل ۽ سمجھ کان وڌيڪ ڏاڍي جي لٺ جو واسطو هيو.

جيئيم سيد، جيل ۾ يا نظربندي واري وقت ۾، ويٺي کان ورتڻ پلي ڇاٽي، قلم هٿ ۾ کنيو. آخر هڪ پڙهيل ڳڙهيل انسان باندي ٿيڻ بعد ڪتاب نہ لکندو، تہ اڳٽ ٿوروئي ويهي اٽندو. هيل سوڏو درجن بہ ڪتاب رهريا اٿائين. پر ڪهاڻي اجان ختم نہ ٿي آهي. ڪتاب لکڻ سائينءَ لاءِ سندس نظربندي جيان هڪ مجبوري آهي. منهنجو هي ايمان آهي تہ سائين سنڌ جو سچو عاشق آهي ۽ بس. عشق جو نہ عقل سان ڪو وهنوار آهي ۽ نہ عشق شرا سان شامل آهي. سيد جي ذات، عشق ۽ بزرگي، عزت ۽ حرمت جي قابل آهن. ان ڪري سائين جي لکٽين تي ٽيڪا ٽپٽي ڪرڻ بي ادبي ۽ گستاخي ٿيندي. اسان جا سنڌي ڳوناڻا سادا سودا ۽ کير پياڪ ٻارن جيان معصوم آهن. هنن لاءِ دين ايمان هڪ تسڪين يا آٿٽ آهن. جيئن ٻار لاءِ رانديڪو يا انڌي لاءِ لٺ. پوءِ ٻارن کان کيڏاڻا ۽ انڌن کان لنيون ڦرڻ ڏارو نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ جي اوهان ڪانئن اهي سهارا ڦر ڪرڻ ضروري سمجهو ٿا تہ گهٽ ۾ گهٽ ايترو تہ ڏسو تہ وٽن باقي بچي ڇا ٿو؟ پر سيد، اهو تہ ٻڌاءِ. پاڻ ۾ وينا آهيون. پاڻ نمازون بہ برابر پڙهين ۽ عمرا بہ ڪرين. باقي ٻين کي وينو ڪهڙا ڏس ٿو ڏين؟

سيد جي صبر کي هر حڪومت پئي آزمايو آهي. پورا ٻاويھ سال اها آزمائش جاري رهي آهي. جي اجان بہ ڪو کيس آزمائڻ ٿو چاهي تہ هو گوءِ ۽ هو ميدان. اسان وٽ پهاڪو آهي تہ "آزمائي کي آزمائي ڏوڙ منهن ۾ پائي." سيد خير سان اجان نوجوان آهي. انهتر سال عمر اجان مس ٿي اٿس. پر جي کيس سو سال ٻيا بہ قيد ۾ رکندا تہ منجهنس ڪو فرق ڦير نہ ايندو. جيئيم سيد پاڻ تہ اندر ٻاهر آهي هڪجهڙو پر "سيد" جي اکر اکر کي بہ الٽو ڪندا تڏهن بہ وجي "ديس" ٿيندو. پوءِ پهاڙ سان مٿو هڻڻ ۾ فائدو؟

هاڻ ته زندگي جي سانجهي اچي سمڙي آهي. اچو ته سڀ گڏجي سائين کي سلام ڪريون. پنهنجي شڪرگذاري جو ثبوت ڏيون. متان سيد ڪو ڏوراپو نه ڏئي يا ائين سمجهي ته جن لاءِ سور سٺم سي نه ساٿي ٿيا نه سيڻ. ان سان گڏ دعا لاءِ به هٿ کڻون. قبلي رو ٿي. اوپر ڏانهن نه. متان ڪو سمجهي ته اسان چڙهندي سج جي پوڄا ٿي ڪئي. الله جي سرڪار ته آهي ڏاڍي. اسانجي اتي هلندي پڄندي ۽ پهچ به گهٽ آهي. ان ڪري دعا گهرون "مهابي رسول پاڪ" جي، ته سائين کي صحت ڏئي ۽ وڏي عمر ڏئي ته جيئيم سدا رهي. آمين.

# سخي ڇام صادق

”سخا“ پائرن لاءِ پيار محبت يا پاڇيءَ واري پريت نباهڻ جو نالو آهي. هي غلط آهي جيئن عام طور سمجهيو ويندو آهي تہ ڪنهن محتاج کي چار پئسا ڏيڻ يا مهمان کي ماني کارائڻ کو سخا آهي. ”دان پنج ۽ خيرات.“ سخاوت جا اهڃاڻ ضرور آهن پر سخانہ آهن. سخي تہ اهو بہ ماڻهو ٿي سگهي ٿو جنهن وٽ ڪنهن کي ڏيڻ لاءِ ڪجهہ هجي ئي ڪونہ. سخا, انساني روح واري اڪير ۽ الفت آهي جنهن ميل ميلاپ ۾ ڪيس سموري انسان ذات هڪ ڪٽنب جي ڏک ڏئي ٿي. هونئن بہ سخا نہ فقط هر قسم جي بندش يا پابندي, ذاتي مطلب ۽ مقصد کان آجي آهي, پر سندس ڪنهن بني بشر جي ڪنهن رنگ روپ, ذات پات ۽ دين ڌرم سان لڳ لاڳاپو آهي ئي ڪونہ. سخا جو مول مقصد آهي ماڻهوءَ جي اهنج ايذاءُ ۽ محتاجي کي دفع ڪرڻ ۽ انساني خوشيءَ ۾ اضافہ ڪرڻ. خدا جي جهان ۾ سخي سهسين, پرمون پنهنجي سانپر ۾ هڪڙو ڏٺو. اهو بہ نناپڻ ۾. پائي پڳت ڪنور. جنهن وٽ پنهنجي روڪڙ تہ ٽڪو بہ ڪانہ هئي, البت ناٽو سندس ڪڍ گهمندو رهندو هو. جڏهن سندس هٿ ايندو هيو تہ انکي ونڊي ورهائي وري سڪٽين هٿين واپس ورندو هيو. جي سائل وڏي رقم لاءِ وات وڏس تہ پوءِ پڳت هلندي جهولي جهليندو ۽ پني بہ سندس پورت ڪندو. وڏي ڳالهہ تہ دان جو ڏن انهن هٿان ئي ڏياريندو هيو جئن ڏيندڙ بہ ڏيڻ جي خوشي ۾ شامل ٿئي, جا وٺندڙ کي وٺڻ ۾حاصل ٿيندي هئي. باقي پاٽڪي مليل موڙي ورهائيندي هي هوڪو ڏيندو هيو تہ ”پائي پڳوان ڏياريا آهن اوهان لاءِ, وٺو پنهنجي پونجي تہ آءُ واچ وارو پرائي امانت کان آجو ٿيان.“ سندس وجود سراپا سخا ڏٺم. وٽس راڳ جي وسيلي دولت جام هئي. اها سنگيت جي سخا ڪندي بہ خوشي ۾ نچندو رهندو. هي پهريون واٽيوڏٺم جنهن وٽ نہ ليکو هيو نہ وچوڙ واري واٽڪي وهي ۽ نہ جنهن جي انگرکي کي کو ڪيسو ئي هيو. واهہ واٽيا تنهنجو وٽج واپارا جنت جا سوداگر ”ڏهہ دنيا ستر آخرت“ واري ليکي ۾ ئي محو رهيا. مهتو پڇاڙيءَ ۾ پنهنجو خالي مٿو بہ ڪٽائي بوڇڻ ڇندي رمندو رهيو. لهٽي وارا وينا رهيا, ساعت وارو گوءِ کٽي هليو ويو. سبحان الله!

ڪنور کان پوءِ ڪيئي سال ڪنهن سخيءَ جي ڏسڻ لاءِ دل سڪندي ۽ سُرڪندي رهي. نہ سوالي هيم ۽ نہ سئن هٽڻ جو ارادو هيم. البت پڏو هيم تہ جي الله جو اولڙو پسڻو اٿيئي تہ ڪنهن سخيءَ اوڏڙو ٿي ڏس. ڇو تہ سخا ۾ الله جون اڪثر وصفون سمايل هيون. سڏڙيا سخي تہ سوين هئا تہ ڪي هٿ جا ڇوٽ. ڪي ڇورن جو ڇپر هئا ۽ ڪي بيڪسن جا پرجهلو. ڪي وري مانيءَ جا ملهہ هئا تہ ڪن فقط

مئن جي نيت خيرات تي ڪئي. سخا سان ماڻهن ۽ ڪسوٽين جو واسطو ڪهڙو؟ انڌي منڊي جي مدد لاءِ هر هڪ ٿي هٿ ڊگهيريو پر ڏنڊي مشٽنڊي تي مون ڪنهن کي ڪمل ڪائيندي نہ ڏٺو. لچ ۽ اشراف ۾ اخلاقي سنڌو تہ برابر هيو. پر جيئڻ جو حق تہ هر هڪ کي هڪجهڙو حاصل هيو. سخاوت لاءِ ڪنهن جو هرويرو لولو لنگڙو هئڻ ڪو شرط ٿورو ئي هيو؟ اکيون ٻوٽي سخا ڪندي مون ڪنور کان پوءِ ڪنهن کي ڏٺو تہ اهو هيو هڪ سنڌ جو وڏيرو. ڄام صادق علي. هيو بہ عيبدار ۽ گنگهار. تو ۽ مون جهڙو. پر تفاوت رڳو اهو تہ اسين طالبو ۽ گهرجائو ۽ هو سخي. جو زمين آسمان جي وڇوٽيءَ کان بہ وڏو فرق هيو.

الله واري سخا تہ آهي بي مثال ۽ لازوال. اڻ کٽ ۽ بي انت. هو اڪيلو انداتا آهي جو بنان پڇڻ جي ڏئي ۽ جي ڪائونس نہ گهر تہ ڏمرجي. وري مزو اهو جو ڏمرجي تڏهن بہ ڏئي. ان ڪري ماڻهن جي پرچاءَ کان تہ الله جي ڏمر ڀلي. ڪنور تہ ويچارو هيو منگتو فقير. سندس سخا هئي جهولي جهلي پنڻ ۽ جو ڪجهہ وٽس هيو سو سر سوڌو ڏيڻ تائين. پر ڄام جي سخا بہ سڀ اصولي ليڪا لنگهيل هئي. نہ فقط اهو ڪجهہ قربان ڪندو جو پاڻ وٽ هيس پر جنهن جي گريبان تي هٿ ڦهيس تہ اهي بہ کيسا خالي ڪري ٻين جي گهرج پوري ڪندو. پنهنجي زمين تہ هيس ٻارهوئي گروي. پنجن سالن جو فصل اڳواٽ وڪاڻل. پڇاڙيءَ ٻئنڪن جا ڪنڊا ڪٽي بہ ٻين جي ڪوٺ پريندو. پر ڪنهن کي نراس ڪري نہ موٽائيندو. جڏهن وزير ٿئي وس وارو ٿيو تہ پوءِ آئي وئي لاءِ ونَسوَ ٿيندي رهي. هر غريب غربي کان ويندي چورن ڦورن ۽ وڏيرن تائين سڀ لاءِ ديڳ چڙهيل هئي. پلاٽن جي بارش ٿيندي رهي. جنهن چيو قرض لاهڻو هيو تہ ان کي چار سؤ گز. جنهن کي نياڻي اٿارڻي هئي تہ هڪ هزار وال. جنهن فرياد ڪئي تہ رن زال آهيان تہ پوءِ بہ هزار گز زمين الاٽ. پنهنجي ان دور ۾ حالت اها هيس جو مون ڪيئي ڀيرا مارڪي کي انهي اوسيئڙيءَ ۾ ڏٺو تہ ڪو يار اچي تہ چار پئسا اڌارا وٺي رات جي ماني ٻاهران گهرائي کائي!

هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ڄام جي عام ڄام ۽ انڌاڌند سخا ۾ ڪيئي لوڀي ۽ لالچي بہ لڪاپٽي ٿئي ويا. ڪن ڪالونيون وڪڻي ڪروڙ ڪمايا. پر ڪي اهڙا بہ هزارين مسڪين هئا جي اٽاٽ ۽ اٿوند کان آجا ٿيا. سنڌ جي شهرن ۾ جايون راتو رات ائين ايرڻ ۽ اسرڻ لڳيون ڄڻ شاهجهاني اڏاوت وارو دور وري واپس آيل هيو. وقت جي حاڪم شڪايت ڪيس تہ "ڄام سرڪاري زمين ڀُڳڙن مٽ تي ڀيو ورهائين؟" چي ڇا جي سرڪاري زمين؟ زمين الله جي ! اصل الاٽ ٿيل آهي آدم ۽ سندس اولاد لاءِ. هر انسان کي ڌرتيءَ تي مٿو لڪائڻ لاءِ اجهو تہ گهرجي. سرڪار جو وس پڄي تہ جيڪر سج چنڊ جي روشنيءَ تي بہ ڍل وجهي اوڳڙ ڪري. مون نہ پنهنجي لاءِ ڪو گهر ناهيو ۽ نہ ڪو پنهنجن جا ٿوپ پريان. شهر وڌندا ۽ وسندا ۽ ماڻهو آباد ٿيندا." ۽ ٿيو بہ ائين. صوبي جا سيئي شهر سندس دور ۾ وڌيا. ڪراچيءَ کي تہ چار

چنڊ لڳي ويا. هئي ته اصلي مهاڻن جاتي. نپائي واڍين، سامائي پارسين ۽ انگريزن جي اوٽ ۾. واڍين وئي ڏتڙجي مهاجرن پناري پيئي، پوءِ به سرڪار نه سنواري. اها ته لڏي وڃي اسلام آباد سکي ٿي. پلو ٿئي سمگلرن جو جن کيس ڏاج ڏيوڻ ڏيئي سندس متي تي هٿ رکيو. پر کيس سچي سونهن بخشي سخي ڄام صادق عليءَ! جنهن صدقي هاڻ گهونگهٽ کولي پيئي مور جيان ٽلي. هي برابر آهي ته ڄام کو پنهنجي هڙان سخا نه ڪئي. پر ماڻهو ته پرائي خرچ تي وڏيڪ بخيل ٿيندا آهن. هاڻ ته ڪو ڪنهن کي نوازي؟ ڪنهن جا هٿ ڪنهن ڪپيا ته نه آهن. ڏئي ته برابر ڏاتار ٿو. پر الاجي ڇو پيلو منهن هوندو آهي پنڊاريءَ جو!

سخا سنڌ جي ڄامن جو مرڪ آهي، پر صادق علي کي سخا ورثي ۾ آئي. ڄام منا خان سندس چاچو تنهنجي سخا سنڌ جي لوڪ ادب ۾ حاتم واري حيثيت رکندڙ آهي. سنڌ جي واحد وڏو وزير هيو جو خرزينون ناڻي جون گهوڙي تي ڏري گهر کان ٻاهر نڪرندو هيو. ڪڏهن ته ائين به ٿيو جو گهوڙي سنجن سوڌي سائل کي ڏيئي پاڻ پيرين پنڌ وٿاڻ تي پهچندو هيو. چون ٿا ته ڪو سوالي وٺائنس خالي نه ويو. کيس چاڻ سڃاڻ هوندي هئي ته ڪيترا سکر ماڻهو لاچاريءَ جو بهانو بڻائي وٽس اچي هٿ ٽنگيندا هئا، پر مني ڄام ڪڏهن منهن ڪوڙو نه ڪيو ۽ نه ڪنهن کي سڪٽين هٿين واپس موٽاياٽين. ڄام منا خان کان پوءِ وري ڄام ڪانيو خان، ڄام صادق عليءَ جو پيءُ، پنهنجي وقت جو ناميارو ۽ نواب سخي هيو. سندس خير خيرات وارو طريقو ئي نرالو هيو. ماڻهو ڪانئس خيرات وٺڻ اهري يقين سان ويندا هئا جڻ پنهنجي اوڌر اوڳاڙڻ ٿا وڃن. سندس پٽ کي به اهوئي چوڻ هيو ته ”جي آس رکين ته الله توکان حساب نه وٺي ته تون پاڻ به ڪنهن سان ليکو نه ڪر. جي ڪنهن کي ڏين ته وڏي دل ڪري ڏي نه ته بس پلي. ياد رک ڏنو ٻنو آهي. ڏيڻ کان پوءِ ڏنو وسار. نه ته ڏنو ڪنو ٿيندءِ.“ جيسين جيئرو هيو صادق عليءَ تي اڳا ڊيوٽي رکيل هئي ته جي ماڻهو ڳوٺ ۾ اوطاق تي اچن ته انهن جي گهوڙن جون واڳون وٺي سندن آدرياءُ ڪري، مهمانن جا هٿ ڌوئاري، ۽ وڃڻ وقت ساڻن گڏجي ٻاهر وڃي خدا حافظ ڪري. هڪ دفعو پڇيومانس ته آجيان ڪرڻ يا الوداع ڪرڻ لاءِ پيرين اگهاڙي ڇا لاءِ ٿو وڃين؟ چي ”ڪانيو خان جو پٽ آهيان. بابي مرحوم کي به ماڻهن جي آءُ ڀڳت ڪرڻ لاءِ جتي هٿ نه ايندي هئي.“

ڀاڳ به عجيب چيز آهي. جنهن کي لڳي ته اڏي چڏي، پر شل نه ڦٽي. پوءِ اڳيون نور به ڇٽ. وري جي موٽ ٿو کائي ته اهو به چوٽ تي چڙهي پوءِ. چوٽيءَ تي به ٽڪاءُ اصل ڪونه اچيس. ڇو ته وقت وانگر بخت کي به هڪ جاءِ تي ٻيهڪ آهي ئي ڪانه. هڪ مشهور انگريز ليکڪ آسڪر وائلڊ، جنهن کي به ڀاڳ سندرو ٻڌي متي عرش تي چاڙهي گهمائي وري آٽي فرش تي ڦهڪايو هيو. تنهن جو چوڻ آهي ته ”

جڏهن ڏسو تہ توهان جون مڙوئي دعائون اگهايون ويون آهن تہ پڪ ڄاڻو تہ اوهان جي سزا پڻ شروع ٿي چڪي آهي.“ ڄام جي بہ من جون سڀ مرادون اچي پوريون ٿيون هيون. ڄام تہ ڇمندي ئي ڄام هيو. مال متاع جي ڪمي ڪانہ هيس. دل گهري ديوي ۽ آل اولاد بہ عطا ٿيل هيس. سنگت ساٿ ۾ بہ سرخرو هيو. وڏيري مون وزير ٻڌجي هاڻ سرڪار بہ سڏيو ٿي ويو. سونهري موقعو ڏسي قسمت ڪلتي ڪائڻ لاءِ ڪر موڙيا!

پهرين ئي لوڏي ڄام کي جهوري وڌو. سندس جاني ۽ جگري دوست علي بخش جوڻيجو خون ٿي ويو. قتل جو ڪارڻ تہ تلاش ڪرڻ آهي ئي بي سود ۽ بي معنيٰ. ڪنهن بہ ماڻهو جي مارائڻ لاءِ بہ ڪو دليل ٿيندو آهي ڇا؟ موت جو معاملو تہ آهي تقدير جي ذمي، جو خفوءَ هو اڳي پوءِ يا واري وٽيءَ تي هر حالت ۾ پاڻهرتو نباهيندي رهندي آهي. ڀارت جي بلبل، لتا منگيشڪر کان ڪنهن سوال پڇيو تہ تو اڃان شاديءَ جو فيصلو نہ ڪيو آهي سو ڇو؟ تہ ڪلي ڏنائين. ڇي، ”مورک! جيون ، سنجوڳ داٽو پاٽي ۽ موت جا فيصلا آڪاش تي ٿيندا آهن ۽ وري بجا آوري ٿيندي آهي ڌرتي تي.“ پنهنجي پياري دوست جي قتل عام ڄام جون وايون بند ڪري ڇڏيون. هوش عقل وڃائي پنهنجي پاڻي ۾ نہ رهيو. ڪيس اها سمڪ نہ رهي تہ هو ڇا ڪري رهيو هيو ۽ ڇا ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين. لاهي پاهي انڌ جي گهوڙي تي چڙهي بينو ۽ گهاٽي وارن ڪمن ۾ ڪاهي پيو. جو پڇتاءَ جان جيئندو سندس پڇر نہ ڇڏيندو.

ڏاهن جو چوڻ آهي تہ هيءَ دنيا هڪ دائمي ناٽڪ آهي جنهن ۾ اسين سڀ ائڪٽر آهيون ۽ وبس ڏاري پنهنجو پارٽ پيا ادا ڪريون. هي جهان کيل تماشو برابر هوندو پر انسان جي ائڪٽر هئڻ ۽ کيل ۾ سندس ڀرپور بهرو وٺڻ بنسبت البت مونکي شڪ آهي. مونکي پنهنجو تجربو هي ٿو سيکاري تہ هي سنسار هڪ پتلين وارو تماشو آهي جنهن ۾ انسان بي جان پتلين سمان آهن.پتلين جي حرڪت وارا سڳا ڏاڍا وري ڪنهن ڌرتيءَ جي بازيگر وٽ نہ پر آسماني ڪاريگر هٿ وس آهن، جو پيو جڳ جو چرخو هلائي. حقيقت جي حال واري پوري خبرچار نہ هوندي اسين ائين پيا سمجهون، تہ مالڪ پاڻ پتلين کي نچائي، پيو پنهنجي دل وندرائي. اسين ”جج پرائي احمق نچي.“ وانگر پنهنجي وڄت ۽ جهمر تي خواه مخواه ڪڏهن خوش ڪڏهن خفي پيا ٿيون. اها سوچ بہ نہ اٿئون تہ جو ڪجهہ ڪري رهيا آهيون ان ۾ اسانجيءَ مرضي کي ڪو وزن يا دخل بہ آهي يا نہ. پوءِ ڪڏهن خوشي ۾ ڪڳيون ٿا هڻون تہ اسان ڪهڙي نہ کيپ ڪئي. ڪڏهن وري وينا تہ هٿ هڻون، تہ اوهو! خطا ٿي ويئي، ڪهڙو نہ ڪڏو ڪم ڪيوسين. انساني عمل، قسمت جو ليکو يا لوه محفوظ ساڳي شيءِ آهن يا الڳ؟ اها خبر الله کي. پر

آخرين نتيجن ۾ انسان هن فيصلي تي پهچي ٿو ته ”آخر ائين ٿيڻو هيو!“ منهنجي خيال ۾ هڪ ماڻهوءَ کي ٻي ماڻهوءَ جي زندگي يا موت تي اختيار آهي ئي ڪونه. ڄام صاحب به تقدير جو هٿيو ته ڳڻجي سگهيو ٿي پر خود ڪنهن جي تقدير هئڻ؟ هرگز نه.

چوندا آهن ته بدبختي اڪيلي سر ڪڏهن نه ڪنهن وٽ آئي. جي ايندي ته سڄي ٽبر ساڻ اچي سهڙندي. اڄان پنهنجي محبوب ۽ مربي دوست جو لرزو ۽ لحظو سهسائي مس ساهي پٽي هئائين ته سندس امڙ لاڏاڻي لاءِ سانباها ڪيا. ڄام دعا ۽ دوا وارن حيلن وسيلن ۾ وسان نه گهٽايو. پر الاهي امر اڻ ٽر ٿي ڏٺو. نه فقط ماءُ سان والهانه محبت هيس، پر هي ايمان ۽ عقيدو هيس ته سندس ڀاڳ بخت سڀ ماءُ جي سر تائين سلامت هيو. پاڻ فخر سان چوندو هيو ته ”امڙ جي دعائن جي مٿان چوڪنڊي اڏيل اٿم جنهن ڍال تي هر آنڌي ۽ ڳڙي کان پناه ٿي ڏني.“ جڏهن امڙ پاسو ڪوڙيو ته ڄام بيحال ٿي ڍرڪي پيو. روح راڙي گڏ نشي جو سهارو ورتائين ته من جي مونجهه شايد ميسارجي وڃي. شايد اها ڄاڻ نه هيس ته نشي واپرائڻ سان غم گهٽ نه پر اڃان وڌيڪ ٿيندو آهي. اڳتي هلي اڌرنگي جي لپيٽ ۾ به آيو. پر ڪو ڏنو ٻنو ٿيس. مس مس ڪري پيڙا کان پار ٿي اٿي کڙو ٿيو.

دلي دوست جو قتل ۽ امڙ جو لاڏاڻو اهي اهڙا سخت صدما هوا جن سبب سڄين لنگهين سالم رهڻ جيڪڏهن ناممڪن نه تڏهن به مشڪل ضرور هيو. ڄام ويڳاڻو ۽ اپاڻڪو ٿي پيو. پاڻيهي ويو ته سندس قسمت جو رخ ڀاڳ جي ابتڙ هيو. هونئن به اوج ۽ عروج واري ڏاڪڻ ڏاڍي ترڪڻي ايندي آهي، سٽيي جو آهي. ڪو مهمير سنڌ جو گهٽي دير تائين پير ڄمائي بيهي سگهي. ڄام پاڻ به هاڻ پيرن ٻجاءِ پيٽ تي بيٺو هيو. ٻن ڏوڏن ئي ڪيس لوڙي ڇڏيو هيو. ويتر ان حڪومت جي به جڙ اکڙندي ڏٺائين جنهن جو پاڻ به چوٿون پائو هيو. ڪيس پليءَ پٽ پروڙ هئي ته هر حڪومت جو ٻاهريون تهه فولاد جو هوندو آهي. پر اندرين اڏاوت عاج جي. جنهن ڪري سندس جٽاءُ ٻي پروسي ٿيندو آهي. ٿوري لوڏي اچڻ تي ائين پرزا پرزا ٿي پوندي آهي، جڻ چينيءَ جي ٿانون وارو دٻش هٿ کان ڪسڪي هيٺ ڪريو. ڄاڻي ويو ته ڪاري ڏاند جا مالڪ اجهو آيا ڪي آيا. جنهن سان روح جو پرچو هيس اهو الوداع ڪري چڪو هيو. امڙ وئي دعا جا در هٽا اڳي ئي ٻيڪڙيل. هاڻ سندس لاءِ هتي ڪهڙي اپل هئي؟ چو نه ڪي ٻيا وڻ وسائجن. اهو سوچي اڏامڻ لاءِ پر سهڙيائين. ڪو پڇو ٿوروئي ٿي ويو. چنگ چنگيرا ڪيس هوائي اڏي تي خدا حافظ ڪرڻ آيا. هتي سندس زندگيءَ جو هڪ باب پورو ۽ ٻيو موڙ شروع ٿيو.

منهنجي ڄام صاحب سان پهرين ملاقات اڄ کان ٽيويهه سال اڳ لاهور ۾ ٿي. جڏهن پاڻ فقط وڏيرڪو ٻار هيو ۽ اڃان مڇن جي سانول مس نسري هئس. مونکي منجهنس ڪا خاص لياقت ڏسڻ ۾

ڪونہ آئي هئي، سواءِ ان جي تہ ڪوڙ سھٹو ۽ ايمانداري سان ٿي ڳالهايائين. ڏاڍو سال پوءِ ڪيس بلڪل نرالي رنگ ۾ ڏٺم. بت ۾ سگهارو. موڪري منھن تي چاپئين ڏاڙهي. رحمدل اکيون ۽ سلوٽي زبان، پر بي لغام. دماغ بہ بلا جو هيس. پر سوچ جو انداز جڳ کان الٽو. ڇپي ڇٽي ڳالهائڻ بجاءِ ڦاٽوڙي دهل جيان ٿي وڳوءِ هر هڪ کي منھن تي ڦھڪائي ٿي ڏنائين. ذهن ۽ ظرف بہ تيز تر پر واچوڙي جيان نہ منزل نہ مقصد. گنڀير گهٽ ۽ تتي تاءِ نتيجي تي پهچڻ لاءِ آتو ٿي ڏٺو. مونکي تہ ائين ٿي معلوم ٿيو تہ ڄڻ سندس وجود ۾ هڪ کان وڌيڪ شخصيتون سمايل هيون جي هڪ ٻئي جي ضد ۾ ۽ تڪراري ٿي ڏٺيون. ڪنھن زماني ۾ حيدرآباد جي بازار حسن ۾ بہ ڳاٽيون مشهور هيون جي پاڻ ۾ سڳيون ڀينر پڻ هيون. ٻنهي جو ناچ گانو، قد ڪاٺ ۽ ناز نخرو سندن نالن جيان هڪٻئي جو ابتڙ هيو. هڪ هئي نوابي ۽ ٻي گولي. ڇام صاحب جي مزاج ۾ ٻيئي رخ تارازيءَ جي پُڙن جيان ساڳئي وقت پسبا هئا. هو لاپرواهي ۽ سخا ۾ نوابن جو نواب هيو. نوڙت نياز ۽ نھنائيءَ ۾ گولن جو گولو!

شروعاتي دور ۾ هر وڏيري جي معراج جيان ڪيس سرڪاري عملدارن جي ٺھل ٺڪور ۾ مشغول ڏٺم. پر پوءِ هي ڇاٽي حيران ٿي ويس تہ انهن جي پرگهور ٿي لڌائين جي سروس کان موقوف ٿيل هئا يا جن جي نوڪري خطره ۾ هئي. عجب اهو جو سالن جا سال ڪيترن ڪامورن کي سندس ”روٽي ڪپڙي ۽ مڪان“ جي سھاري تڳندو ڏٺم. جڏهن 1982ع ڌاري سرڪاري نوڪرن ۾ ٺاڪوڙو وڏو ويو تہ ڇام اڪيلو انسان هيو جو پارٽي جو ذميوار رڪن هوندي بہ لڪي ڇپي انهن جي هڙان ۽ وڙان مدد ڪندو رهيو جو راتو رات روزگار کان نره ڪيا ويا هئا. بہ ٽي درجن ماڻهن کي تہ آءُ شخصي طور سڃاڻان جن کي پلاٽ ڏيڻ سان گڏ ٻي پٽ سٽ ڪري سندن مالي مشڪل ڪشائي ڪيائين. جيتوڻيڪ انهي زمانہ ۾ منھنجي ساڻس فقط رسمي ڏيٺ ويٺ هئي تڏهن بہ عيد رات جي انڌيري ۾، پاڻ پنھنجي گهر واريءَ سوڌو منھنجي گهر اچي همدردي ڪيائين. ڪجھہ ڏينھن کان پوءِ هڪ آفيسر هٿ، جو اڄڪلھہ وڏي عھدي تي سرفراز آهي، مونکي دڪانن ۽ جاين جي الاٽمينٽ موڪلي ڏنائين جن جي پڳڙي ان وقت جي اگهہ تي ساڍا ٽي لک رپيا هئي. منھنجي مجبوري هئي جو مون در آيل لڪشمي موٽائي ڇڏي. پر ڇام جي احسان جو ٽپو منھنجي پني تي برابر لڳي چڪو. هي زندگيءَ ۾ ٻھريون دفعو هيو جو ماءُ پيءُ ۽ استاد کان پوءِ ڪنھن مون تي اهڙو ٿورو ڪيو هو. الله پاڪ ڪيس ٻھرا ڏئي. جي منھنجو اچو ۽ ڏڪندڙ مٿو ڪڏهن بہ سندس پيرن جي پٽي تي ڪتب اچي تہ آءُ جيڪر پاڻ کي ڀاڳ وارو ڀانيان!

جتي لڏي وڃي آڏاٽو اڏايو اٿس. اتي بہ ٻڌو اٿم تہ اوطاق ڪوليو وينو آهي. ٻارهوئي لنگر پيو هليس. لنڊن جھڙي مھانگي ملڪ ۾ جتي قيمتون پيون آسمان سان ڳالهيون ڪن، جتي چانھہ پيارڻ

تنهن سيڻ سجڻ پاڻ ۾ پيٽ برادري پنجيهو ڇڏين. اتي ست ڏارين کي سڏي ست رڇيون ڪارائڻ کو چرچو ته نه آهي. اهو ڏينهن کو چندبو هوندو جو وٽس پنج ست مهمان ٽڪيل نه آهن. ماني ڀوڙ ته الله ٿو ڏئي پر پرديسن ۾ ڄامن واري مهمان نوازي بدستور جاري رکڻ تمام وڏي ڳالهه آ. وري پن سن جا پائونڊ ڪنيو هڪ هڪ اڳيان آچ ڪري ته ادا پرائي ملڪ ۾ آيا آهيو اوهان کي ضرورت هوندي، هاڻي وٺو هيءُ، صبح سوايو ڏيانو. سندس ڪلها ڳنل آهن. ويٺو ٿو ڳن ڏئي. اها خبر اٿم ته نه هتان ڪا ڪاري پاٽي ڪٽي ويو هيو ۽ نه وري اتي کو ڪارخانا ٿا هلنس. اتي نوڪري ضرور ٿو ڪري پر ايتري پگهار دنيا جي ڪنهن ڪاتي ۾ آهي ئي ڪونه جو ڄام جي خرچ ۽ خيرات جي پورت ٿئي. پوءِ الاجي سون ٿو ناهي. ڏاڙا هٽي همياٽيون ٿو هٽ ڪري، يا وري تڏي هيٺان ٿو روزو رکي. اها خبر خدا کي.

ڄام صادق ذاتي طور هڪ سدا بهار ۽ شاهاڻي شخصيت جو مالڪ آهي. گهٽ ۾ گهٽ مونکي سندس جهڙو هٽ جو سخي درياه دل ۽ سرويچ ساٿي سنڌ ۾ ٻيو ڪونه سجهي. خاص ڪري ماٺيپي جي هن ڏيوالہ واري دور ۾، جڏهن ويا مور مري ۽ هنج نه رهيو هيڪڙو. ساڻس پلڪ پهر ڪچهري ڪرڻ آهي، هڪ غمتار وندر ۽ ورونهه. مهمان نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ. دل جا دروازا هميشه هر هڪ لاءِ کليل. طبع جا ڪجهه رخ انوکا ۽ عجيب. هڪ ته پئسي کي هٿ نه لائيندو ۽ نه جان ساڻ رکندو. ناڻو سدائين نوڪرن حوالي. ٻيو شڪار به عمر ڀر نه ڪيائين، نه وري وڏيرن جيان عملدارن يا حاڪمن کي پلجي به شڪار ڪرايائين. ٽيون دهماني ۽ ڪوڙو هوندي به مون جهڙس کو صاف گو ۽ ڦاٽوڙو دهل ڪونه ڏٺو. هڪ عجيب ۽ انوکي شخيصت. هي اوهان جي وس ۾ نه آهي ته کيس پسندڪريو يا ناپسند، پر کيس نظرانداز ڪرڻ؟ ناممڪن. جي کيس ڄاڻن سڄاڻن انهن لاءِ کوٽو يا ڪرو ڳالهه ساڳي. پر جي سندس ساک جو صحيح ڪاٿو ڪرڻو آهي ته پوءِ اها پڇا غريبن، مسڪينن، ۽ محتاجن کان ڪريو ته بهتر.

ڄام کي پرديس وئي پنج سال ٿيا آهن. ٻڌو اٿم ته وطن لاءِ اباڻڪو آهي. اداس ڪيئن نه هوندو. آخر به ته ڪونج قطارن کان وڇڙي آهي. هونئن به ملڪ جي ميري مٽيءَ جو ڪڪرالي ريت ۽ بجريءَ سان ڪهڙو واسطو؟ ڪجهه ڏينهن ٿيا ته سندس اوچتو ٽيليفون جوسڏ اچي سهڙيو. پڇيومانس ته منهنجي لائق ڪا ڪار خدمت؟ دل ڀرجي آيس. سندس آواز امالڪ گهگهو ٿي ويو. چيائين ته هائو. ”ڄام ڳوٺ وڃ. منهنجي اباڻي مقام پهچي منهنجي امڙ جي بنيءَپيراندي بيهي فاتح پڙهه امڙ سان منهنجو احوال به اور ۽ دعا لاءِ به ٻاڏاءِ.“

# سڪندر ثاني

خون خرابي جو دستور سڀ کان اول حضرت آدم جي پھريتي پٽ ھابيل قائم ڪيو. ھن پنھنجي ڀاءُ قابيل جو خون وھائي انساني خونريزيءَ جي الله توھار ڪئي. پوءِ رتوڇاڻ جي خوني ريت شروع ٿي. ھيءَ روائت اڄ ڏينھن سوڍو برابر ھلندي اچي. ڏسجي ائين پيو تہ ڄڻ قتل غارت بہ انسان جو ھڪ ثقافتي ورثو ۽ وروٿہ آھي. جنھن وسيلي ھو وقت بوقت پنھنجي دل وندرائيندو رھي ٿو. جيڪڏھن ڪنھن عام رواجي چارڻ بہ ڪڏھن ڪو سريلو ساز وڄائڻ سکيو آھي، تہ پھرين فرصت ۾ سرندو ساڻ ڪري سر سوالي ٿي، ويچي ڪنھن نہ ڪنھن ڏياچ جو ڪنڌ ضرور ڪپيو اٿائين. عزرائيل تہ اچي ٿو لڪ ڇپ ۽ سانگي سان. جي وار بہ ڪندو تہ بيماريءَ بھاني، يا ڪنھن حادثي جي اوٽ ۾. پر حضرت انسان کي تہ ھٿ ۾ ڪتاري ۽ ڪلھي تي دونالي دمبوق آھي ئي آھي. ڪوس ڪرڻ کان اڳ ڪنھن بہ قاتل، ڪڏھن ھي نہ سوچيو تہ جنھن کي ھو ماري رھيو ھو، اھو تہ ھونئن بہ اوس ھڪ نہ ھڪ ڏينھن مرڻو ھيو. پر پاڻ کي بہ تہ آخر ھي جھان ڇڏڻو ھيس!

ڏٺو وڃي تہ حضرت انسان جي ھر دور جي تواريخ، رت ۾ رنڱيل ھڪ خواني داستان آھي. تواريخ جو سڀ کان وڏيڪ ڀيانڪ باب آھي "انسانن جو ناحق خون". يا جنھن فعل کي تسڪين خاطر "شھادت" سڏيو ويچي ٿو. ھونئن تہ انساني قتل ڪنھن نہ ڪنھن قانون، رواج يا مصلحت جي آڙ ۾ ڪيو ٿو وڃي. جيئن ڪو ٻڪرو قربانيءَ جي نالي ۾ ڪُٺو وڃي. پر بي گناه خون ھڪ اھڙو انساني عمل آھي جنھن لاءِ ڪو عقلي اخلاقي يا مذھبي دليل آھي ئي ڪونہ. سواءِ ھن سبب جي، تي بني آدم اھو ساڳيو ئي بہ پيرو حيوان آھي، جھڙو خالق ڪيس ازل کان خلقيو ھيو. ھن بہ پيري جانور، انسان ھئڻ جي دعويٰ تہ ضرور ٿي ڪئي، پر منجھنس انسانيت دز برابر بہ ڪانہ ھئي.

قديم زماني کان وني ھيل تائين جن انسانن کي بي ڏوھ ۽ بي قصور موت جي ٽڪٽڪيءَ تي چاڙھيو ويو آھي انھن جو شمار ڳاڻاٽي کان ٻاھر آھي. پر انسان جي سموري تواريخ ۾ جي بہ خوني واقعا قلمبند ٿيل آھن، تن سڀني ۾، ان معصوم جي قسمت کان وڏيڪ افسوسناڪ مثال ملڻ مشڪل آھي، جنھن ٻار جي عمر تيرنھن ورھيہ ھئي ۽ جنھن ٻار جي جوان ٿيڻ لاءِ سموري دنيا جا ماڻھو منتظر ھئا. ھن نينگر ۾ روءِ زمين جي ماڻھن جو اميدون ھيون. ھن جي سار سنڀال ۽ پرگھور لھڻ لاءِ پيءُ ھيو ئي ڪونہ. ڇاڪاڻ تہ سندس پيءُ تڏھن ئي فوت ٿي چڪو ھيو جڏھن ھي معصوم اڃان ماءُ جي پيٽ ۾ ھو. اڃان ٻنڌڻ ۾ ھيو تہ سندس رولڙي جي زندگي شروع ٿي. ھڪ جنگي ڪئمپ کان پوءِ ٻي ڇانوٽي جي رخ ۾،

